

# نينهن جا نعرا

ڊاڪٽر عطا محمد "حامي"



سنڌي ادبي بورڊ
ڄامشورو/ حيدرآباد
١٤١٢ھ/١٩٩٢ع

سچل سرمست جي ١٧٠ اهين ورسي جي موقعي تي
شايع ڪيو ويو.

# نينهن جا نعرا

سچل سرمست جي ساقي ناميءَ فارسي مثنوين
جو منظوم سنڌي ترجمو


پروفيسر ڊاڪٽر عطا محمد حامي (مرحوم)

سهيڙيندڙ ۽ سموهيندڙ

ڊاڪٽر نواز علي شوق





سنڌي ادبي بورڊ
ڄامشورو/حيدرآباد سنڌ
١٤١٢ھ/١٩٩٢ع

# فهرست

# پبلشر پاران

سنڌ جي صوفي بزرگن جو ڪلام ڪٺو ڪري شايع ڪرڻ سنڌي ادبي بورڊ جي پروگرام جو هڪ حصو رهيو آهي. هن سلسلي ۾ بورڊ پاران ڪجهه ڪتاب ڇپجي پڌرا ٿي چڪا آهن. خاص طور سچل سرمست تي هن وقت تائين ٽي ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن. سچل سرمست جو سنڌي ڪلام، سچل سرمست جو سرائڪي ڪلام ۽ سچل جو سنيهو.

سنڌي ادبي بورڊ جي چيئرمين قبله سائين مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ صاحب جن جي هدايتن ۽ ارشاد موجب اسين هيءُ ڪتاب "نينهن جا نعرا" شايع ڪري رهيا آهيون. جيڪو مرحوم عطا محمد جو لکيل آهي. حامي مرحوم جي قبله سائين طالب المولىٰ صاحب جن سان نيازمندي هئي ۽ سائين ڪين گهڻو پيارو گهرندا هئا. ڪين حامي مرحوم جو هيءُ ڪتاب پسند آيو ۽ ارشاد فرمايائون ته ڪتاب ميلي جي موقعي تي شايع ڪيو وڃي.

اپريل ١٩٩٢ع ع ۾ سچل بين الاقوامي سيمينار جي موقعي تي سچل سرمست جو سنڌي ڪلام ڇپائي پڌرو ڪنداسون.

سچل سائين جون مثنويون اڻ لڀ آهن. پر جيڪڏهن اهي ڳولي تحقيق ڪري ڇپرايون وڃن، تڏهن به فقط فارسي ڄاڻڻ وارا ان مان فيض حاصل ڪري سگهندا. تنهن ڪري اهو ضروري هو ته انهن مثنوين جو منظوم ترجمو ڪرائي اهي سنڌي ۾ ڇپرايون وڃن. وڏي خوشيءَ جي ڳالهه آهي ته اهو تمام ڏکيو ڪم ڊاڪٽر عطا محمد حامي مرحوم تمام سهڻي نموني سرانجام ڏنو.

مثنوين جي منظوم ترجمي وارو ڪتاب پهريون ڀيرو سنڌ جي سڄاڻ اديب ڊاڪٽر نواز علي شوق پنهنجي اداري ڪافي پبليڪيشن پاران ڇپائي پڌرو ڪيو هو. هنيئر ان جو ٻيو ڇاپو سندن اجازت ۽ ٿورن سان شايع ڪري رهيا آهيون. هنن مثنوين ۾ تصوف جا باريڪ نڪتا بيان ڪيل آهن. مرحوم حامي مثنوين جو اهڙو ته سهڻو ترجمو ڪيو آهي، جو اهي ترجمو نه پر اصل معلوم ٿين ٿيون اميد ته پڙهندڙ هن ڪتاب مان فيض حاصل ڪندا.

**محبوب سروري**

سيڪريٽري

# ٻه اکر

اها هڪ حقيقت آهي ته سنڌ جي صوفي شاعرن تي خاطر خواه ڪم ڪونه ٿيو آهي. ڀٽ شاه ثقافتي مرڪز ڀاران، شاه لطيف تي جيڪو ڪم ٿيو آهي، سو هر لحاظ کان تعريف جي لائق آهي. باقي ٻين صوفي شاعرن خاص طور سچل سرمست جهڙي عظيم شاعر تي هن وقت تائين جيڪو ڪم ٿيو آهي، تنهن کي خاطر خواهه سڏي نه ٿو سگهجي. هن سلسلي ۾ سنڌي ادبي بورڊ، سچل سرمست يادگار ڪميٽي ۽ قاضي علي اڪبر درازي (مرحوم) جون خدمتون ساراهه جوڳيون آهن. جڏهن کان شاه لطيف يونيورسٽي خيرپور ۾ سچل چيئر قائم ٿي آهي ۽ سنڌي زبان جو مهان شاعر اديب عالم ۽ محقق ڊاڪٽر تنوير عباسي ان جو ڊائريڪٽر مقرر ٿيو آهي، تڏهن کان ٿوري ئي عرصي اندر هن چيئر هڪ مثالي ڪم ڪيو آهي. پر اڃا گهڻي ڪم ڪرڻ جي ضرورت آهي.

منهنجو مهربان استاد سائين ڊاڪٽر عطا محمد حامي، جنهن کي مرحوم لکندي هٿ ڏڪن ٿا، قلم ڪنبي ٿو ۽ دل مان دانهن نڪري ٿي. جيڪو نه فقط هڪ وڏو اديب، عالم، شاعر، نقاد ۽ محقق هو، پر هڪ اعليٰ انسان واريون سڀ خوبيون منجهس موجود هيون. جنهن نه صرف بنده راقم تي مهربانيون ڪيون، پر هن هر ڪنهن سان ڀلائيءَ جا ڀيرا ڪيا سنڌ جي عظيم دانشور سائين راشدي مرحوم جي رحلت وارن ڦٽن اڃان ڪرنديون ئي نه ڀڏيون هيون، ته وري هن وڇوڙي ويل ڪري ڇڏيو!

سورن سانگھارو، ڪڏهن تان ڪونہ ڪيو،
آيل اوپارو، پائڻ پڏو پوڙ وهي! (شاه)

استاد سائين ڊاڪٽر عطا محمد حامي مرحوم جون سڀ ادبي خدمتون ساراهہ جوڳيون آهن. سندس ڪلام فڪر توڙي فن جي لحاظ کان افضل ۽ اعليٰ آهي، سندس تحقيقي مضمون ۽ مقالا پڻ سنڌي ادب ۾ وڏي اهميت رکن ٿا. خاص طور سچل سرمست تي سندس مطالعو تمام وسيع هو. اهوئي سبب آهي جو سچل سائين جي فڪر جي کين وڏي ڄاڻ هئي. بنده ڪيترائي ڀيرا کين گذارش ڪئي، تہ پنهنجو ڪو ڪتاب ڏيو، تہ ڪافي پبليڪيشن پاران ڇپرائي پڌرو ڪيو وڃي. پر هر دفعي ائين چئي منهنجي ڳالهہ ٽاري ڇڏيندا هئا تہ "الله بس، باقي هوس" پر مان کين مجڏ تي منٿون ڪندو آيس.

هڪ ڀيري کين گذارش ڪيم تہ، "چو نہ اوهان جو هڪ اهڙو ڪتاب ڇپرايو وڃي جنهن ۾ سچل سرمست جي فارسي مثنوين جي منظوم ترجمي سان گڏ هر هڪ مثنوي جو مختصر تعارف بہ هئڻ گهرجي ۽ پاڪستان پبليڪيشن پاران ڇپرايل اوهان جي ڪتاب منصور ثاني حضرت سچل سرمست وارو مقدمو پڻ ان ڪتاب ۾ شامل ڪيو وڃي" بنده راقم جي اها گذارش قبول ڪيائون. سچل سرمست جي هڪ مثنوي "رهبر نامہ" جو منظوم ترجمو ۽ ان سان گڏ مثنوين جو مختصر تعارف پهرين فيبروري ١٩٨٢ع تي موڪلي ڏنائون. اڳ ۾ ڇپيل مثنوين ۽ مقدمي جي فوٽو ڪاپي محترم محمد علي حداد مهرباني ڪري موڪلي ڏني.

مارچ ١٩٨٢ع ۾ سچل نيشنل سيمينار جي موقعي تي مون ساڻن واعدو ڪيو تہ انشاءَ الله سندن ڪتاب سچل سرمست جي ميڙي جي موقعي تي پڙهندڙن آڏو پيش ڪيو ويندو. الاجي ڇو ڏکويل انداز ۾ چيائون تہ "ظالم جلدي ڪر، ساهہ تي ويساهہ ناهي، ڪتاب منهنجي حياتيءَ ۾ ڇپجي، تہ جيئن مان پاڻ اهو ڏسي سگهان." مون کين چيو تہ، "سائين الله اوهان کي وڏي حياتي ڏيندو. اهڙيون ڳالهيون ڇو ٿا ڪريو؟ انشاءَالله ڪتاب اوهان پاڻ ڏسندؤ، پڙهندؤ، بس ميڙي جي

موقعي تائين مهلت گهران ٿو.“

هڪ ڏينهن اوچتو اطلاع مليو ته: سائيجن جي طبيعت ٺيڪ نه آهي، جناح اسپتال ۾ داخل آهن. اهو ٻڌي ڏاڍو ڏک ٿيو اسپتال ۾ ٻه اڪثر ڪتاب جي باري ۾ پڇندا رهندا هئا. هڪ ڀيري وري ڏکويل لهجي ۾ اهائي ساڳي ڳالهه ڪيائون، جيڪا سچل نيشنل سيمينار جي موقعي تي ڪئي هئائون. مون اهي ئي ساڳيا الفاظ دهرايا ته ”سائين ڪتاب اوهان جي حياتي ۾ ڇپجي ويندو، اوهان پاڻ ڏسندؤ ۽ خوش ٿيندؤ.“ پر شايد ڪين ان ڳالهه جي پڪ نه هئي، نيٺ هڪ ڏينهن (٣ جون ١٩٨٢ع) اسان سڀني کي رئندو ڇڏي، پاڻ مرڪندي وڃي پنهنجي مالڪ حقيقي سان مليا.

سندن ٻاجهاري طبيعت ۽ پيار ڀريون ڳالهيون هر هر ياد اچن ٿيون. مرحوم ڪيڏو نه صحيح فرمايو آهي ته:

ياد ڪندين هن حامي کي اي يار مرڻ کان پوءِ گهڻو،
قرب جا گفتا جيڪو توکي ڪلجڳ ۾ ٻه ٻڌائي ٿو.

ٻيو ته ڪجهه منهنجي وس ۾ نه آهي، بس سندن هن يادگار ڪتاب کي عقيدت طور سڀني سان لائي، دردن ڀري دل کي آٿت ڏيڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو. ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته اڄ استاد حامي اسان جي نظرن کان دور آهي، پر هو هزارن دوستن، عزيزن، مٽن مائٽن ۽ شاگردن جي دلين ۾ آباد آهي. جيئن پاڻ فرمايو اٿس ته:

حامي ٿياسون دور نظر کان ته ڇا ٿيو،
دل کان اسان کي دور رکي ڪير ٿو سگهي؟

فارسي ۾ سچل سائين جون ڪُل اٺ مثنويون موجود آهن. جن مان ستن مثنوين جو منظوم ترجمو ڏنو ويو آهي. افسوس جو حامي مرحوم کي موت مهلت نه ڏني، تنهنڪري مثنوي ”وصلت نامه“ جو ترجمو ٿي نه سگهيو.(١) ڪن مثوين جو منظوم سنڌي ترجمو

---

(١) هيءَ مثنوي سڀني مثنوين کان ڊگهي آهي. هن ۾ ڪُل ٩٠٥ شعر آهن. منڍ ۾ حمد، بعد ۾ منقبت ۽ پوءِ اهلِ بيت جي شان ۾ شعر ڏنل آهن، هن مثنوي جو اهم عنوان تخليق آدم آهي. گهڻي ۾ گهڻا شعر هن موضوع تي چيل آهن. (ن- ش)

فقير هادي بخش ولد نذر محمد شڪارپوري ڪيو هو. جن مان فقط رازنامو بنده جي مطالعي هيٺ آئي. جيڪا محمد شريف ويتل مڏ نزديڪ اميرپير سنه ١٩١٤ع ۾ نقل ڪئي هئي. حامي مرحوم واري ترجمي ۾ جيڪا سلاست ۽ رواني آهي، سا هادي بخش واري ترجمي ۾ نظر نه ٿي اچي. هادي بخش وارو ترجمو پنهنجي جاءِ تي هڪ سهڻي ڪوشش آهي، پر حامي مرحوم واري ترجمي جو مَٽُ ٿي نه ٿو سگهي. ممڪن آهي ته سچل سائين جي ڪنهن پيئي عاشقن مثنوين جو منظوم ترجمو ڪيو هجي پر اهو بنده راقم راقم جي نظرن مان ڪونه گذريو آهي.

سچل سائين جي دور ۾ سندن چاچو ۽ مرشد ميان عبدالحق هڪ وڏو صوفي بزرگ هو. تصوف جي رازن ۽ رمزن کان واقف هو. ڪيترائي ماڻهو سندن خدمت ۾ حاضر ٿي. تصوف جا نُڪتا سکڻ ۽ سمجهڻ لاءِ وٽن ايندا رهندا هئا. جيئن سچل سائين فرمايو آهي:

پير عبدالحق اسان جو رهنما،
جنهن اڳيان هڪ شخص آيو پارسا.
با ادب ٿي ان چيو اي شاهِ دين!
مون کي سمجهايو اوهان عين اليقين.

سچل سائين پنهنجي مثنوي ۾ ٻڌائي ٿو ته پير عبدالحق ان شخص کي علم اليقين، عين اليقين ۽ حق اليقين ٽيئي مرحلا سهڻي نموني سمجهايا. سچل سرمست کي ٻه پنهنجي چاچي عبدالحق وٽان ئي فيض مليو. اهو ئي سبب آهي جو ڪيترن ئي هنڌن تي پنهنجي چاچي (مُرشد) جي تمام گهڻي ساراهه ڪئي اٿن.

اهو عام دستور آهي ته پير فقير ورد وظيفن تي گهڻو زور ڏيندا آهن. جيڪو ڪنهن پير جو مريد ٿيندو آهي ته ان کي ڪونه ڪو وظيفو ڏسيو ويندو آهي. اڪثر پير طِب جفر ۽ رمل جي فن جا ڄاڻو هوندا هئا. پر اهي عشق واري علم کان اڻ ڄاڻ هوندا هئا. اهوئي سبب آهي جو سچل سائين فرمايو آهي:

علم يوناني سڄو مڪر ۽ فساد،
عاشقي جي علم ۾ ڪر اِجتهاد.
عاشقي جو علم آندو مصطفيٰ صہ،
پر ڪيو ظاهر زبانِ مرتضيٰ
فلسفو، جادو، طبابت يا رمل،
آهي هر ڪو علم شيطاني عمل.

سچل سرمست پنهنجي مثنوين ذريعي تصوف جا اونها اسرار چٽيءَ ريت کولي بيان ڪيا آهن ته جيئن ماڻهو ورد وظيفا ڇڏي، صوفياڻي تعليم حاصل ڪري. عشق جي فضيلت مانَ ۽ مرتبي کان واقف ٿئي. ڇاڪاڻ ته عشق جو درجو تمام مٿاهون آهي. سلطان باهُو رح فرمايو آهي:

ايمان سلامت هر ڪوئي منگي، عشق سلامت ڪوئي هُو،
جهڙي منزل عشق پڄاوي، ايمان خبر نہ ڪائي هو.

ايران يا هندستان جي شاعرن فارسي زبان ۾ جيڪي مثنويون چيون آهن، تن ۾ اڪثر بادشاهن جا قصا بيان ڪيا ويا آهن. پر سچل سرمست اها پراڻي واٽ ڇڏي، هڪ نئين راهه روشن ڪئي، اهڙيءَ ريت مثنوين ۾ هڪ نواڻ پيدا ڪئي. بادشاهن جا ڏکها قصا ڇڏي، ڪن مشهور شخصيتن جا مختصر مثال ڏيئي، ڪي حقيقتون ظاهر ڪيون آهن ۽ اها ئي نصيحت ڪئي آهي تہ پنهنجو پاڻ سڃاڻڻ گهرجي. پاڻ سڃاڻڻ ڪان پوءِ ئي پنهنجو رب سڃاڻي سگهبو. فرمائي ٿو:

هن ۾ ناهن بادشاهن جا قصا،
معرفت وارا تا سمجهن ماجرا.
جيڪڏهن پنهنجي حقيقت ڄاڻندين،
غير ڪان هر حال ۾ پاسو ڪندين.

بيشڪ سچل سرمست جون سموريون مثنويون اسان سنڌ واسين لاءِ فردوسي ۽ نظامي جي مثنوين ڪان مٿاهون درجو رکن ٿيون. ڇاڪاڻ تہ اُنهن ۾ بادشاهن جا قصا ۽ قصيدا بيان ڪيل آهن. پر هِنن ۾ تصوف جا نڪتا نروار ڪيا ويا آهن، تنهنڪري هي مثنويون

محض شاعري نہ آهن، پر اهي آيتون آهن، جيڪي پڙهڻ، هيئين سان هنڊائڻ ۽ عمل ڪرڻ جي لائق آهن: جيئن پاڻ ئي فرمايو اٿن:

ناهي فردوسي نظامي جو جواب،
دُر يگانو آهي منهنجو هيءُ ڪتاب
هن سُخن کي شعر گوئي تون نہ ڄاڻ
آيتن وانگر مڃس ايمان آڻ

**- نواز علي شوق**

# ديباچو

ديوان آشڪار ڪان سواءِ سچل سائين جو سمورو فارسي ڪلام ظني آهي، ڇو جو اهو ڪنهن بہ مستند نسخي تان حاصل نہ ڪيو ويو آهي. ڪجهہ سالن کان محترمي علي اڪبر درازي ڪجهہ فارسي ڪلام شايع ڪرايو آهي. پر اُن تي تنقيدي نگاهہ وجهڻ سان معلوم ٿيندو تہ اهو ڪلام ڪنهن تحقيق کان سواءِ ڇاپرايو ويو آهي. ڇو جو ان ۾ علم عروض ۽ زبان جون ڪافي غلطيون آهن. سچل سائين جهڙو عظيم شاعر اهڙيون ۽ ايتريون غلطيون ڪري نٿو سگهي. مان سمجهان ٿو تہ اهو ڪلام اهڙن ڪاتبن لکيو آهي، جيڪي فارسي زبان جا ڄاڻو نہ هئا ۽ اهڙن ڪاتبن جي هٿان اُتارجي اُتارجي موجوده حالت تي پهتو آهي.

١٩٥۴ع ڌاري مون بہ سچل سائين جي مثنوين جو منظوم ترجمو ڪيو هو. انهن مان ڪجهہ مثنويون ماهنامہ "نئين زندگي" ۾ مختلف وقتن تي شايع ٿيون هيون. وري ١٩٦۴ع ۾ پاڪستان پبليڪيشن جي شايع ڪرايل منهنجي ڪتاب "سچل سرمست" ۾ "رهبر نامي" ڪان سواءِ سموريون مثنويون ڏنيون ويون آهن. مثنوي "رهبر نامو" منهنجي ڪتابن ۾ هيٺ مٿي ٿي وئي هئي، جيڪا هينئر هٿ آئي آهي ۽ نقل ڪري محترمي ڊاڪٽر نوازعلي شوق جي اصرار تي سندس حوالي ڪري رهيو آهيان.

مون انهن مثنوين جا ٻہ نسخا ڏٺا هئا: هڪ مرحوم محبوب علي چنا صاحب جو. جيڪو محترمي قاضي علي اڪبر صاحب جي نسخي سان ڀيٽل هو، ۽ ٻيو ڪرم علي فقير جو، جيڪو مرحوم محمد پناهہ سومري راڻيپور واري جي نسخي (١٢٦٠ هجري ۾ لکيل)

تان اُتاريل هو. انهن ۾ پنهي نسخن ۾ گهٽي ڦيرڦار ٿيل هئي. مون ڪرم علي فقير واري نسخي تي گهڻو اعتبار ڪيو هو، ڇو جو اهو تيرهين صدي هجري جي پراڻي ۽ مستند نسخي تان نقل ٿيل هو. ان هوندي به مان پنهنجي ترجمي ڪيل مثنوين کي ايترو مستند نٿو سمجهان، جيترو سمجهڻ گهرجي. انهن سيني نسخن جي ادبي ۽ تحقيقي ڇنڊڇاڻ جي سخت ضرورت آهي.

**ـ عطا محمد حامي**

پهرين فيبروري ١٩٨٢ع

# مقدمو

## حسب نسب

### خاندان

سچل سرمست عرب جي مشهور و معروف فاروقي خاندان سان تعلق رکي ٿو. سندس مورث اعليٰ شهاب الدين اوّل بن عبدالعزيز بن عبدالله بن عمر سن۹۳ هجري ۾ سنڌ جي فاتح محمد بن قاسم سان گڏجي سنڌ ۾ آيو. ان وقت سپه سالاري جا فرائض محمد بن قاسم انجام ٿي ڏنا، ته عباسي خاندان مان شيخ محمود بن محمد بن علي بن عبدالله بن عباس تي خطبي پڙهڻ جي ڊيوٽي هئي ۽ پيش امامي جو ڪم شيخ شهاب الدين کي سونپيل هو. سنڌ فتح ڪرڻ بعد محمد بن قاسم شيخ شهاب الدين فاروقي کي سيوهڻ جو حاڪم مقرر ڪيو. هي سنڌ جو پهريون مسلمان حاڪم هيو. هن کان پوءِ سندس ڇهه پيڙهيون لڳاتار ديني خواه دنيوي حڪومت جون واڳون سنڀالينديون رهيون. آخرڪار سن ۲۱۷ هجري ۾ سلطان محمود غزنوي سنڌ فتح ڪري ان وقت جي فاروقي حاڪم محمد کي پينشن مقرر ڪري ڏني. جيڪا هو سال بسال وٺندو رهيو ۽ تاريخ ۲ رمضان ۲۲۱ هجري ۾ وفات ڪيائين. ان کان پوءِ زماني جي انقلاب سبب هن خاندان جي ٻانهن خداآباد جي پرسان نوريجن جو ڳوٺ ٻڌو، جتي ڪيترا فاروقي ٻه لڏي اچي ويٺا. آخرڪار محمد فاروقي

جي اولاد مان اٺوين پيڙهي مخدوم نورالدين بن وحيدالدين جا ٻه فرزند مخدوم ابوسعيد ۽ مخدوم بدرالدين سنه ٦٦٥ هجري ۾ غوث بهاءُالدين جي خليفي مخدوم شاه جمار جا مريد ٿيجي صاحب كماليت ٿيا. ۽ مرشد جي قرب حاصل ڪرڻ لاءِ سيوهڻ ۽ نوريجن کي خيرباد چئي، گاگن واري پرڳڻي (گاگڙي) ۾ اچي سڪونت پذير ٿيا. مخدوم شاه جمار جو مقبرو گمبٽ تعلقي جي شهر ڳڍيجي جي پرسان آهي ۽ مخدوم ابوسعيد جو مقبرو ديهه راڻي پور مڪان مرسيجي ۾ آهي.

مخدوم ابوسعيد ۽ مخدوم بدزالدين مرشد کان فيض حاصل ڪرڻ بعد ڪافي رياضتون ۽ مجاهدا ڪيا، ايتريقدر جو جهنگ ۾ گاهه ۽ ڏڏ کائي پيٽ جو پورائو ڪندا هئا. شيخ بهاءُالدين ذڪريا ملتاني جڏهن سنڌ ۾ آيو، تڏهن ٻنهين ڀائرن کي ڏوٽيئڙن جي لقب سان ياد ڪيائين. انهي مخدوم ابوسعيد جي نائين پيڙهي خواجه محمد حافظ عرف ميان صاحبڏنو درازن جي موجوده درگاه جو باني ٿيو.

## درازا

درازن جي شهر تي اهو نالو فاروقين جي هڪ نوڪر جي نالي پٺيان پيو. اهو هئن جو فاروقين مان هڪ شخص ميان احمد نالي سرڪاري ملازمت ۾ هو، جنهن جي ايمانداري سان نوڪري ڏيڻ جي عيوض گمبٽ ۽ راڻي پور جي وچواري زمين فاروقين کي جاگير طور ملي هئي. فاروقين اها زمين پنهنجي ٻن نمڪ حلال نوڪرن دراز وندبير ۽ ڪاجن وندبير کي آبادي لاءِ ڏني، جتي هو پنهنجا ڳوٺ ٻڌي ويٺا، ۽ سندن نالن پٺيان دراز ۽ ڪاجن جا ڳوٺ مشهور تي ويا. انهن مان ڪاجن جو ڳوٺ ڦٽي ويو آهي. باقي دراز جي عمر هميشه دراز آهي.

## درگاه جو سلسلو

درازن جي درگاه سچل سائين جي نالي کان مشهور آهي. پر انهي کي قائم ڪندڙ سچل سائين جو ڏاڏو خواجه محمد حافظ ولد ميان

عبدالوهاب آهي، جيڪو سنه ۱۱۰۱هجري ۾ مٽي جي ملڪ تي آيو. ڪيس صاحبڏنو موراڳي ۽ سوائي جي نالي سان به سڏيندا هئا. ان وقت جي رواج موجب عربي ۽ فارسي علوم ۾ تحصيل ڪري سرڪاري ملازمت ۾ داخل ٿيو. موره جي ديهه ۾ ڪلهوڙن طرفان فصلي ضابطه جو ممتاز عهدو ماڻيائين. هڪ دفعي جيئن گهوڙي تي سوار ٿي نوڪري تي وڃي رهيو هو، تيئن ڪوٽڙي ڪبير ۽ ڏيوٽي جي وچ تي هڪ مجذوبه عورت گهوڙي جي واڳ جهلي، سندس رستو روڪي بيهي رهي ۽ ڪجهه بيت ڏيئي چوڻ لڳي: "خدا توکي تو ڳولي، تون ڪنهن جي ڳولا ۾ آهين." مجذوبه جي گفتگو ٻڌي خواجه صاحب تي حال پئجي ويو ۽ نوڪري وغيره ڦٽي ڪري، جهنگل وسائي چله ڪشي ڪيائين. چاليهن چلن ڪڍڻ بعد شاه عبيدالله جيلاني اچي کيس مريد ڪيو. اهو قصو سچل سرمست پنهنجي مشهور تصنيف "راز نامه" ۾ هن ريت منظوم ڪيو آهي:

نام جدم مشتهر صاحبدنه
هم محمد حافظ است در سلسله
روز يک مي رفت بيرون از شهر
بود خواجه بر تماشائي دگر
درميانِ ڪوٽري و ديونه
ديد يک ديوانه زن بُد برهنه
بيبي بصري بود ظاهر نام او
کس نمي دانست او را تارمو
ناگهان ديوانه زن پيشش رسيد
گفت با آن خواجه و آهي کشيد
بشنو از من راز اي مردِخدا
آن خدا در ڪار تو تو تا ڪجا
بيتها سندي بگفتا از زبان
آن به بيش تو همي سازم عيان.

١- چري ڪري بصري، ڪري تان ڪرنانهن،
وئي پرائي، وهاڻ تنهنجو هينئڙو تا هئين ٿيو.
٢- جئان گهٽو جڳ ۾، پر جم نہ جيئڻ ڏئي،
باب نہ پڙهج بي، هج آلوده الف سان.
٣- ور سان وجهيو ڪاڙ، ڪر سان ڪليو سمهين،
آيل هي اهجاڻ، جو ڪڻ ڇڏي تہ ابهين.

از شنيدن خواجہ آن بيخود شده
باز پس گرديد عاشق خود شده
پارچہ عمامہ را از سر ڪشيد
جرعه از مي خانہءِ الفت چشيد
آمده بشگافت جنگل گوشہ يافت
جز محبت هرچہ بُد روئي بتافت
چهل چلہ اندر آن بيشه ڪشيد
بعد مدت شہ عبيدالله رسيد
دستِ بيعت خواجہ را داد آن زمان
ڪشف بخشيد از مڪان تا لامڪان.

شاه عبيدالله شيخ عبدالقادر جيلاني جي اولاد مان هيو ۽ پنهنجي ڀن ڀائرن هر هڪ شاه ڪليم الله ۽ شاه عبدالملڪ سان گڏجي سنڌ ۾ آيو هو. شاه ڪريم بلڙي واري شاه ڪليم الله ڪان باطني فيض حاصل ڪيو هو ۽ شاه عنايت الله صوفي جهوڪ واري شاه عبدالملڪ جي مريدي اختيار ڪئي. شاه عبيدالله خواجہ محمد حافظ سان روح رچنديون ڪري اجمير شريف هليو ويو. سندس مزار بہ اتي خواجہ معين الدين چشتي جي درگاه عاليہ ۾ آهي.

خواجہ محمد حافظ جي چلہ ڪشي واري وقت ۾ شاه عبداللطيف ڀٽائيؒ بہ ساڻس ملاقاتي ٿيو هو. اهو مخدوم محمدي جو زمانو هيو ۽ نہ مخدوم احمدي جو، جيئن مرحوم مولانا محمد صادق

راٽيپورائي سچل سرمست جي سرائڪي ڪلام ۾ لکيو آهي. انهيءَ ملاقات جو ذڪر تذڪره مخاديم ڪهڙا ۾ هن ريت آيل آهي: ”شاه صاحب سير و سفر ڪندي اتفاقاً ڪهڙن جي ٻاهران چنيهه فقير جي کوهه تي اچي منزل انداز ٿيو ۽ مخدوم صاحب وٽس دعوت لاءِ ماڻهو موڪليو. شاه صاحب مخدوم صاحب ڏانهن هيٺيون بيت چورائي موڪليو.

”اڄ نه آيس اءُ، صبح ايندس سپرين،
توتي جنهنجو نانءُ، ڪٽي ٻار ڪهين جو.“

صبح سان شاه صاحب مخدوم صاحب جو مهمان ٿيو ۽ پورو هفتو مخدومن سان رهاڻيون ڪري درازن ۾ اچي خواجه محمد حافظ سان ملاقات ڪيائين. چون ٿا ته شاه صاحب جي اچڻ وقت خواجه صاحب هڪ غار ۾ معتڪف هو. شاه صاحب غار جي مٿان ويهي چيو: ”هتي پڪل گدري جي بوءِ ٿي اچي.“ پوءِ اندر وڃي خواجه صاحب سان مليو ۽ چيائين، ”يار ڪي لڪائڻ نه گهرجي،“ ساڻس روح رچنديون ڪري ٻاهر لوڙهي ۾ آندائين. تذڪره مخاديم ۾ اهو به لکيل آهي ته شاه صاحب خواجه صاحب کي امانت جي صاحب ٿيڻ جي نشاني ڏني ۽ اتي ساڻس گڏجي کوهي به کوٽيائين. والله اعلم بالصواب.

درحقيقت هي اها کوهي هئي جنهن متعلق متواتر روايتون آهن ته جڏهن شاه صاحب ۽ خواجه صاحب اندر هئا تڏهن ڪنهن کي به اندر اچڻ جي اجازت ڪانه هئي. مگر چنيهه فقير اچڻ شرط اچي ٽپو ڏنو. جنهن تي شاه صاحب کيس چيو: ”تنهنجي ’چ‘ ڪڍي نسورو ئي ”نينهن“ بڻائي ٿا ڇڏيون. فقيري جو ويس اسان ٿا ڏيون ۽ طلب صاحبڏني ڪان وٺ.“ انهي وقت ڪان وٺي چنيهه فقير ۽ سندس خاندان جو ويس نيرو هلندو ٿو اچي. اهو چنيهه فقير مخدوم عبدالرحمان شهيد جي دعا سان ڄائو هو ۽ مخدوم صاحب نندپڻ ۾ ئي فرمايو هو: ”هن ڇوڪر کي طريقت جي امانت فاروقي خاندان مان

حاصل ٿيندي."

خواجہ محمد حافظ کي شاه عبيدالله جي نظر فيض اثر ذري مان آفتاب بڻائي ڇڏيو. ٿوري صحبت ۾ ئي طريقت جا سمورا مرحلا طئي ڪري حقيقت ۽ معرفت جو صاحب بڻجي پيو. مرشد کان خلافت جو خرقو حاصل ڪري درگاه جو سلسلو جاري رکيائين.

شاه عبيدالله موڪلائڻ وقت خواجہ صاحب کي فرمايو تہ: درگاه جو سجاده نشين لوڙهي ۾ رهي خاندان جو هر فرد سجاده نشين جي بيعت ڪري ۽ ٻيو ڪوبہ بيعت نہ وٺي. انهي حڪم تي تعميل اڄ تائين ٿيندي رهي ٿي. ڪتاب "دولهہ درازي" ۾ قاضي علي اڪبر صاحب لکيو آهي تہ: گمبٽ ۽ راڻي پور ۾ اڳ ۾ ئي جيلاني بادشاهن جون ٻہ مشهور گاديون هيون. ٻئي بادشاه (خواجہ محمد حافظ جي) ايتري رجوعات ڏسي تعجب ۾ پيا تہ هي ڪير فقير آهي، جنهن اسان جي وچ ۾ اچي ديرو دمايو آهي. اها روايت بلڪل غلط آهي ڇو تہ خواجہ محمد حافظ جي درگاه جو بنياد مخدوم محمدي جي ڏينهن ۾ پيو، جڏهن سائس شاه عبداللطيف جي ملاقات بہ ٿي هئي. گمبٽ ۽ راڻيپور جون ٻئي درگاهون مخدوم احمدي جي وقت سنہ۱۱۷۱ هجري کان پوءِ محمد شاه ۽ احمد شاه جيلانين اچي قائم ڪيون. صاحبڏنہ سائين جي درگاه انهن جي اچڻ کان اڳ ۾ ئي قائم دائم هئي.

خواجہ صاحب ۹۱ سال ناسوتي ملڪ جو سير ڪري ۱۱۹۲ هجري ۾ ابدي وصال ماڻيو. ڪيس ٻہ فرزند هيا: ۱- ميان صلاح الدين ۲- ميان عبدالحق- ملفوظات پير محمد راشد ۾ ذڪر آهي تہ پاڳارن جي درگاه جو باني پير محمد بقا شاه مخدوم محمد اسماعيل جي وفات بعد ميان صاحبڏني وٽ روحاني فيض جي اضافي لاءِ آيو هيو.

## ميان عبدالحق

ميان عبدالحق خواجہ محمد حافظ جو ننڍو فرزند هو. مگر شاه

عبيدالله مسند نشيني جي سلسلي ۾ وڏي فرزند ميان صلاح الدين جي بدران سندس ئي نالو لکيو هو. تنهن ڪري خواجه عبدالحق مسند نشين ٿيو. مرزا علي قلي بيگ جي اها روايت غلط آهي ته جڏهن ميان صاحبڏنه وفات ڪئي، تڏهن سندس وڏي پٽ خوشيءَ سان نندي ڀاءُ کي هٿن سان گاديءَ تي ويهاريو. ڇو ته ميان عبدالحق جي گادي نشين ٿيڻ کان گهڻو اڳ ميان صلاح الدين وفات ڪري ويو هو.

ميان عبدالحق ١١٢٠هجري ۾ هن مٽي جي ملڪ تي آيو ۽ پنهنجي والد بزرگوار جي وفات بعد خلافت تي ويٺو. هو پنهنجي زماني جو هڪ وڏو عارف ۽ جيد عالم ٿي گذريو آهي. سندس ديني فتويٰ کي حرف آخر ڪري ڄاتو ويندو هو. ڪيترائي روحانيت جي فيض جا پياسي ڏورانهن ڏيهن تان پنڌ ڪري وٽس اچي پنهنجي پياس پوري ڪندا هئا. سچل سرمست وٽ جيڪڏهن ڪوبه ماڻهو مريد ٿيڻ ايندو هو ته ڪيس پنهنجي مرشد ميان عبدالحق ڏانهن رجوع ڪندو هو ۽ سندس گهڻي عزت رکندو هو. رازنامه ۾ سندس تعريف ڪندي آخر ۾ چئي ٿو ڏئي:

مدح او از مانمي گردد تمام
هرچه گفتم آن بود بس والسلام.

ميان عبدالحق دنيا کان بي نياز رهي حقيقت ۽ معرفت جو ملڪ وسائي آخرڪار سن ١٢١٣هجري ۾ برقعو مٽايو. کيس پنج پٽ هئا، جي پڻ وڏا عارف ٿي گذريا آهن. سندن نالا مبارڪ هي آهن: ١ـ قبول محمد ٢ـ زين العابدين ٣ـ دين محمد ۴ـ ولي محمد ٥ـ خدا داد.

## سخي قبول محمد اول

ميان عبدالحق کان پوءِ سندس وڏو فرزند سخي قبول محمد اول مسند نشين ٿيو. هو سن ١١٨١هجري ۾ ڄائو ۽ ١٢۴٥ هجري ۾ وفات ڪيائين. انهي سخي قبول محمد جي وصال کان ٽي سال اڳ سچل سرمست برقعو مٽايو. هو هڪ وڏو پرهيزگار متقي ۽ متوڪل

درويش ٿي گذريو آهي. جيڪي هٿ ايندو هوس اهو في سبيل الله ڏئي ڇڏيندو هو. تنهن ڪري ڪيس هرڪو سخي جي نالي سان پڪاريندو هو. ڪيس ڇهه فرزند هئا:

١- خواجہ نظرمحمد ٢- خواجہ محمدحافظ ٣- خواجہ محمدسعيد ۴- خواجہ سرورعلي ٥- خواجہ موجودعلي ٦- خواجہ محمد غوث.

سخي قبول محمد اول کان پوءِ هينيان بزرگ فقيري جي خلافت کي رونق بخشيندا رهيا آهن.

| | | |
|---|---|---|
| خواجہ نظرمحمد | ولادت ١٢٠١ هجري | وصال ١٢٥٢ هجري |
| خواجہ نجم الدين | ولادت ١٢٣٩ هجري | وصال ١٢٧٢ هجري |
| سخي قبول محمد ثاني | ولادت ١٢٦١ هجري | وصال ١٣۴٣ هجري |
| خواجہ صاحبڏنہ ثاني | ولادت ١٣٠٧ هجري | وصال ١٣٥٠ هجري |
| خواجہ قبول محمد ثالث | ولادت ١٣٣٢ هجري | وصال ١٣٧١ هجري |

هن وقت خواجہ عبدالحق ثاني مسند نشين آهي. سندس تاجپوشي ٢٥ جنوري ١٩٥٢ع تي ٿي هئي.×

# زندگيءَ جو احوال

## ولادت ۽ نالو

سچل سائين جي ولادت باسعاذت سن ١١٥٢ هجري مطابق ١٧٣٩ع ۾ ٿي. هو خواجہ محمد حافظ جي وڏي فرزند ميان صلاح الدين جو هڪڙو ئي پٽ هو. سندس نالو پڙڏاڏي جي نالي تي عبدالوهاب رکيائون. مگر هو سچل، سچيڏنو ۽ سچو جي نالي سان مشهور آهي. سندس چاچو ۽ مرشد ميان عبدالحق ڪيس پيار مان انهن نالن سان پڪاريندو هيو. پاڻ بہ سنڌي سرائڪي خواه اردو ڪلام ۾ تخلص طور اهي ئي نالا ڪم آڻيندو هيو. باقي فارسي ۾ سندس تخلص آشڪار ۽ خدائي آهي.

---

×استاد حامي هيءُ مقدمو گهٽو اڳ ۾ لکيو هو. خواجہ عبدالحق ثاني وصال ڪري ويو آهي. هينئر قبول محمد سائين گادي نشين آهن. (ن.ش)

## پيشن گوئي

سچل سائين جي ٻالپڻ وقت ئي شاه عبداللطيف خواجه محمد حافظ سان ملاقات ڪئي هئي. ان وقت سچل سائين جي پيشاني ۾ ولايت جا آثار ڏسي خواجه صاحب کي چيو هئائين: "اسان جيڪا عشق جي ديڳ چاڙهي آهي، ان جو ڍڪ هي ٻار لاهيندو." اها اڳڪٿي حرف بحرف صحيح نڪتي. مرزا علي قلي بيگ ۽ مولانا محمد صادق راڻيپوري پنهنجي ڪتابن ۾ لکيو آهي ته: شاه صاحب اها پيشنگوئي ان وقت ڪئي هئي جڏهن ميان عبدالحق جي پنجن پٽن سان گڏ سچل سائين ڏنو هئائين. مگر حقيقت ان جي برعڪس آهي، ڇو ته ميان عبدالحق جي مسند نشين ٿيڻ کان اڳ ۾ ئي شاه صاحب رحلت ڪري چڪو هو ۽ ميان عبدالحق جو وڏو فرزند ميان قبول محمد ئي شاه صاحب جي وفات کان پوءِ سن ١١٨١ هجري ۾ ڄائو هو. شاه صاحب صرف خواجه محمدحافظ جي وقت ۾ درازن ۾ آيو هو ۽ سچل سائين سان گڏ ميان عبدالحق کي ڏٺو هونڊائين، جنهن جي عمر سچل سائين جي ولادت وقت ٽيهه سال هئي.

## ننڍپڻ ۽ تعليم

سچل سائين اڃا ڇهن سالن جو مس هيو ته سندس والد بزرگوار برقعو مٽائي ويو ۽ هن در يتيم جي سنڀال خواجه محمدحافظ ۽ ميان عبدالحق ڪئي.

سچل سائين انهيءَ ماحول ۾ پرورش پاتي جيڪو ديني خواه دنيوي لحاظ سان اُتم هو. خواجه محمد حافظ خواه سندس جاءِ نشين ميان عبدالحق پنهنجي وقت جا وڏا ولي ۽ جيّد عالم هئا. وٽن رات ڏينهن ظاهري خواه باطني علوم جي محفل گرم هوندي هئي. انهي ئي فيض جي چشمي مان سيراب ٿيل حافظ عبدالله قريشي صديقي کي سچل سائين جي پڙهائڻ جو ڪم سونپيو ويو. ڪامل استاد وٽ فهيم طبع واري ذهين شاگرد ڪافي پرايو ۽ ٿوري عرصي ۾ ئي قرآن ڪريم حفظ ڪري ورتائين. عربي ۽ فارسي علوم جي تڪميل ميان

عبدالحق وٽ ڪيائين. قرآن، حديث، فقہ، منطق، فلسفہ ۽ تصوف جون رمزون بہ پنهنجي چاچي وٽان سکيو.

ڪتاب "دولهہ درازي" ۾ قاضي علي اڪبر صاحب هڪ عجيب روايت پيش ڪئي آهي تہ سچل سائين کي سندس استاد عبداللہ قريشيءَ نہ پڙهڻ ڪري چماٽ هنئي، جنهن ڪري سندس ٻانهن سڪي پئي، جيڪا بعد ۾ سچل سائين جي هٿ گهمائڻ سان نيڪ ٿي وئي. اوّل تہ حافظ عبداللہ قريشي جهڙو فاضل ۽ ڪامل استاد، جيڪو ميان عبدالحق جهڙي عارف وٽان ظاهري خواهہ باطني فيض حاصل ڪري چڪو هو، سو سندس ڀائٽي کي چماٽ ڪيئن هڻندو، پر جيڪڏهن خدا نخواستہ هن چماٽ هنئي بہ هجي تہ بہ انهيءَ ۾ سندس نيت نيڪ هوندي. اهڙي نيڪ نيتي جي ڪري ٻانهن جو سڪڻ عجيب ڳالهہ آهي.

ازانسواءِ انهيءَ عبداللہ قريشي لاءِ سچل سائين جي تصنيف ڪيل قطع تاريخ موجود آهي. جنهن ۾ سرمست سائين کيس محرمِ راز، عارف باللہ ۽ واصل بحر ذات الااللہ تسليم ڪيو آهي. اها روايت ڪنهن بہ تذڪره ۾ آيل ڪانہ آهي. پتو ناهي تہ قاضي صاحب ڪنهن وٽان ٻڌي پنهنجي ڪتاب ۾ آندي آهي.

## بيعت

سچل سائين فقيري جي سلسلي ۾ ميان عبدالحق جو دست بيعت مريد هيو. هن وٽان ئي طريعت جا مرحلا طئي ڪري حقيقت ۽ معرفت جو صاحب بڻيو. پنهنجي مرشد سان بيحد عقيدت هيس، ايتري قدر جو سندس آڏو ڀڙڪ بہ نہ ٻوليندو هو ۽ هميشه غلامي ۾ گذاريندو رهيو. مرشد جي اولاد جي بہ حد کان وڌيڪ عزت رکندو هو. ميان عبدالحق جي وفات کان پوءِ سخي قبول محمد اوّل جو خاص خليفو ٿي رهيو.

## شادي

سچل سائين کي شادي بہ سندس چاچي ۽ مرشد ميان عبدالحق

پاڻ وٺان ڪرائي. بيبي صاحبہ بہ سال حيات هئي، مگر ڪوبہ اولاد ڪونہ ٿيو.

## حليو ۽ لباس

مرحوم عثمان علي انصاري جي تحقيق موجب سچل سائين جو قد وچولو، رنگ صفا، پيشاني ڪليل ۽ ٻهڪندڙ ۽ وار ڊگها هيس. مٿي تي سائي رنگ جو تاج پائيندو هو ۽ بدن تي اڇو چولو.

سچل سائين ننڍپڻ کان وٺي نهايت بردبار ۽ ماٺيٽي طبيعت وارو انسان هو. گهڻو ڪري صبر سانت ۽ فڪر ۾ گذاريندو هو. عيش ۽ آرام جو خيال دل ۾ ڪين ايندو هيس. ايتريقدر جو حياتي ۾ ڪڏهن کٽ تي نہ سميو. ڪاٺ جي صندل تي يا هيٺ ڌرتيءَ تي سمهندو هو. گهڻو ڪري بيراڳڻ جي ٽيڪ تي ذڪر فڪر ۾ رات گذاريندو هو. عمر ڀر نہ ڪنهن شڪار جي ويجهو ويو ۽ نہ ڪنهن جانور کي ذبح ڪيائين. نشيدار شين کان دور رهندو هو.

شيخ محي الدين، ابن عربي، فريدالدين عطار، احمد جام ۽ ٻين صوفي بزرگن جي تصنيفات جو مطالعو سندس خاص وندر هئي. راڳ ۽ ويراڳ جو ايترو شوق هيس جو ڪنهن ساز تي هٿ لڳڻ سان بيخود ۽ سرشار ٿي ويندو هو.

مٿين سڀني ڳالهين جي باوجود درگاه جو انتظام سندس هٿ ۾ هو. سمورو ڪاروبار پنهنجن ٻالڪن جي معرفت پاڻ سنڀاليندو هو. پنهنجي چاچي ميان عبدالحق خواه سندس پٽ سخي قبول محمد ٻنهين جو خليفو ٿي رهندو هو. ۽ سندن پاران شادي غمي خواه ٻين ڪمن لاءِ پاڻ ويندو هو. وقت جي حاڪمن خاص ڪري مير سهراب خان ۽ مير رستم خان سان سٺا تعلقات هيس. راڻيپور، گمبٽ، کهڙا، پيرڳوٺ ۽ ٻين درگاهن سان چڱا لاڳاپا هيس. ڪن سڄڻن لکيو آهي تہ: کهڙن جا مخدوم برخلاف هيا. پر اها ڳالهہ حقيقت جي برعڪس آهي. ان لاءِ تذڪره مخاديم جو هي حوالو ڪافي آهي تہ: هڪ دفعي مخدوم محمدعاقل اوّل سان سندس ڀاءُ مخدوم محمد جو

جاگيرن جي سوال تي تڪرار تي پيو ۽ هو مير سهراب خان وٽ پڪاري پڪاري ٿڪجي پيو. پر سندس ڪجهه بہ نہ وريو. آخرڪار هو سخي قبول محمد ۽ سچل سائين وٽ دانهن ڪٺي ويو. سچل سائين مخدوم محمد عاقل وٽ سفارش لاءِ آيو. تہ مخدوم صاحب پنهنجي مهر ڪٺي سچل سائين جي حوالي ڪئي. جنهن فيصلو ڪري ملڪيت جو مناسب حصو مخدوم صاحب جي پاءَ کي ڏياري ٻنهين کي ڪير ڪندبہ ٻٽائي ڇڏيو. اهو مخدوم محمد عاقل مخدوم محمد اسماعيل پرياليءَ واري جو داماد هو.

## سير سفر

سچل سائين درگاه جي خلافت سبب دور دراز ملڪن جو سير ڪونہ ڪيو. البت مرشدن جي ڪم ڪار سان سکر، روهڙي شڪارپور ۽ لاڙڪاڻي تائين ڪڏهن ڪڏهن ويندو هو.

## طالب

سچل سائين ڪنهن بہ طالب کي پنهنجو دست بيعت مريد نہ ڪندو هو. جيڪو وٽس طلب وٺڻ ايندو هو، ان کي پنهنجي مرشد ڏانهن رجوع ڪندو هيو. سندس مرشد وري اهڙن طالبن کي ذڪر ڏئي سچل سائين جي صحبت ۾ رهڻ جو حڪم ڪندو هيو. سندس اهڙن طالبن مان هيٺيان مشهور آهن.

١ـ فقير نانڪ يوسف اگڙن وارو ٢ـ فقير محمد صالح قادري لاڙڪاڻي وارو ٣ـ فقير محمد صلاح دونهين وارو ۴ـ فقير گهرام جتوئي ٥ـ فقير شير خان پنپرو ٦ـ جانو فقير شڪارپوري ٧ـ سيد خير شاه ٨ـ سيد پير شاه ٩ـ حاجي عثمان چاڪي ١٠ـ سيد حسن شاه ١١ـ فقير محمد صديق ١٢ـ فقير شير علي ١٣ـ حيدر شاه.

## تصنيفات

سچل سائين وڏو پرگو ۽ بلند پرواز شاعر ٿي گذريو آهي. سند

جو ٻيو ڪوبہ شاعر ڪونهي جنهن مختلف ٻولين ۾ ايترو ڪلام چيو هجي. عام روايت آهي تہ سچل سائين پنهنجي آخري عمر ۾ پنهنجو اهو ڪلام ضايع ڪري ڇڏيو، جيڪو شطحيات تي مبني هيو. مرزا علي قلي بيگ جي تحقيق موجب هو پنهنجي انتقال وقت جيڪو ڪلام ڇڏي ويو ان جو تعداد نو لک ڇٽيهہ هزار ڇهہ سو ڇهہ بيت هيو. هن وقت سندس مطبوعہ ۽ غير مطبوعہ ڪلام جو تفصيل هي آهي:

١- سنڌي ۽ سرائڪي ڪافيون ۽ دوهڙا
٢- اردو غزل
٣- مرغ نامہ سنڌي
۴- وحدت نامہ سنڌي
۵- قتل نامہ سنڌي
٦- جهولڻا ۽ گهڙوليون
٧- سنڌي مرثيا
٨- ديوان آشڪار فارسي
٩- رازنامو فارسي
١٠- وحدت نامو فارسي
١١- رهبرنامو فارسي
١٢- عشق نامو فارسي
١٣- گدازنامو فارسي
١۴- وصلت نامو فارسي
١۵- تارنامہ فارسي
١٦- ساقي نامو فارسي
١٧- بحرطويل فارسي

## بيماري ۽ وصال

سچل سائين جي صحت هميشہ سالم رهندي هئي. مگر پڇاڙي ۾ خوني اسهال سبب بيمار ٿي پيو. ڪيترن ئي پرت جي

پانديئڙن کي معرفت جي منزل تي پهچائي تاريخ ۱۴- رمضان ۱۲۴۲ هجري مطابق ۱۸۲۹ع ۾ انتقال فرمايائين. بيدل فقير سندس وفات جون تاريخون هڪ سنڌي ۽ ٻـ فارسي ۾ چيون آهن. جي تـيئي هت ڏجن ٿيون.

## سنڌي

عشق جو يارو درازن ۾ عجب اسرار هو
مست سالڪ شهه سچل عاشق اتي اظهار هو
برهه جي برسات جو تنهن وير تي وسڪار هو
ظاهر ۽ باطن تنهين وٽ درد جو ڏڏڪار هو
وجد وحدت جو سدا خاصو تنهين خمّار هو
مرد سو منصور وانگر عشق جو اوتار هو
منجهه سخن ان جي الوهيّت سندو آثار هو
جنگ جذبہ جوش مستي ۾ مثل عطار هو
پانهنجي رائي پرين نوي ورهيہ نروار هو
پوءِ وصل جي موج ماڻي ذوق کان ذخّار هو
سن ٻارهن سو ٻائيتاليهه ۾ تيّار هو
چوڏهين رمضان جي هادي اهو هسوار هو
قربدارن جي ڪٽڪ ۾ مرد منصبدار هو
در تهين داتا جي "بيدل" پرت جو پينار هو.

## قطعہ تاريخ فارسي

در بيعنائي ازل ترڪيد شد مخروج عشق
ڪف ز دريائي محبت ڪرد بيرون موج عشق
از خدا بودي صديق و پيش احمد شد سچو
از علي صادق يقين و پيشوا مخروج عشق

سال اورا مَنشيءِ بر لوحِ تقدير اين نوشت
بود بر برج هدا و آفتاب اوج عشق.
١٢٤٢

## قطعہ تاريخ فارسي

چون سالک سچو زين طلسم مجاز
سوي آشيان رفت چون شاهباز
زهي صاحب وجد منصور وقت
کہ بي مثل بوده بہ سوز و گداز
بہ هنگام سرجوشيءِ حالتش
نگاهش همي بود طالب نواز
بہ نيم التفاتي کزو يافتند
بہ يک لحظہ طي گشتہ راه دراز
ز هر دو جهان دست شست آن کسي
کہ شد محرمِ راز آن عشق باز
چون شد جان او عازم وصلِ اصل
شنيد ارجعي با هزار عزّ و ناز
دلم جست سالِ وصالش ز جان
بگفتا: کہ درياي ذخّار راز.
١٢٤٢

# سچل سائين جو زمانو

## سياسي حالتون

سچل سائين انهي زماني ۾ پرورش پاتي جيڪو سياسي لحاظ کان پرآشوب هيو. سياست ساندي وانگر ستئي رنگ ظاهر ڪري رهي هئي. شاه عنايت جهوڪ واري ۽ مخدوم عبدالرحمان کهڙن واري جي شهادت جي ياد پراڻي نہ ٿي هئي. ڪيترا ماڻهو جيئرا هيا، جيڪي مٿين واقعن وقت موجود هئا. ميان غلام شاه ڪلهوڙي ۽ سندس پاءُ عطر خان جي ويڙهہ، مير بهرامؒ خان جو پنهنجي پٽ مير صوبدار خان سميت بي دردي سان قتل ٿيڻ، ميان سرفراز خان جو شهيد ٿيڻ، ۽ مير بجار خان جو دغا سان قتل ٿيڻ وغيره سمورا واقعا سچل سائين جي وقت ٿيا. انهن کان سواءِ ڪلهوڙن جي ڪمال جو سج لهڻ ۽ ٽالپرن جي اقبال جو آفتاب ابرڻ سچل سائين پنهنجي اکين سان ڏٺا. هي اهو زمانو هيو، جڏهن مدد خان پٺاڻ سنڌ ۾ اچي پنهنجي ڦهر جو طوفان ڪڙو ڪيو هو. مير سهراب خان جو پاءُ مير غلام محمد خان عمرڪوٽ جي قلعي وٽ راجپوتن هٿان مارجي چڪو هو. مير صاحبان راجپوتن، سکن ۽ دائودپوٽن جي بچاءُ کان حربي قلعن

ٿهرائڻ ۾ مصروف هئا. مطلب ته ملڪ ۾ جابجا خوف و هراس جي باه ڀڙڪا کائي رهي هئي. هوڏانهن فرنگي سياست جو چار هندستان مان هلي سنڌ ۾ شيطان جي آنڌي وانگر ور وڪڙ کائي رهيو هو.

## مذهبي حالتون

سياسي بي اعتدالين سان گڏ مذهبي حالتون به نراليون هيون. ڪهڙن جي مخدومن جو ايڏو زور هو، جو ٿوري گهٽي ڳالهه تي هندن کي زوري مسلمان ڪندا هئا. ان وقت جا حاڪم خواه پير ۽ عالم انهن جو ساٿ ڏيندا هئا. مخدومن جي فتويٰ حاڪمن خواه رعايا وٽ حرف آخر جي حيثيت رکندي هئي. انهن ڳالهين جي ڪري اقليت وارا هميشه حڪومت ۽ مخدومن جي خلاف سازشون سٽيندا رهندا هئا. اهوئي سبب آهي جو هو انگريزن جي اچڻ وقت سندن ٻانهن ٻيلي ٿي بيٺا.

## فقراهي خانقاهون

سچل سائين جي وقت ۾ سياسي خواه مذهبي ماحول اطمينان جوڳو نه هو. تڏهن به فيض وارن فقيرن جون خانقاهون امن ۽ آرام سان طريقت جي طالبن کي معرفت جي مئي سان مست ڪري رهيون هيون. گمبٽ ۽ راڻيپور ۾ ابراهيم شاهه ۽ صالح شاه قادري وڪر وهائي رهيا هئا ته ڪهڙن ۾ محمد ذاڪر ۽ رازقڏنه فقير درازن جي درگاه کان ورتل نينهن جو نعرو هنيون ويٺا هئا. هنگورجن ۾ سيد محمد عطا ولد سڪيل شاه حسيني فيض ٿي ڏنو ته دونهين (ڀرلوءِ) ۾ سيد ابراهيم شاه الاهي درد جو دونهون دکايون ويٺو هو. تجل ۾ شاهه عنايت شهيد جي فرزند مخدوم سلام الله ترڏٽي جي گادي مخدوم سلطان علي شاه وسايو ويٺو هو ته ڪنبڙيءَ ۾ وري روحل فقير جا فرزند بر ۾ بره جي بازار لڳايو ويٺا هئا. روهڙي ۾ سيد جان الله شاه ثاني ۽ بيدل بادشاه عشق جو آڪاڙو لاتو هو ته نوشهري ۾ پير شهاب الدين ۽ پير عبدالحي نقشبندي نالو نروار ڪري رهيا هئا. پيرڳوٺ ۾ وري پير محمد راشد روزه ڌڻي ۽ سندس فرزند پير

صبغت الله شاه تجرڏني قادري ۽ نقشبندي ٻنهين سلسلن جو ميثاق ڪري ويٺا هئا. ان وقت درازن ۾ ميان عبدالحق سجاده نشين هو ۽ سندس خليفو سچل سرمست الاهي موج ۽ مستي سان شعر و شاعري ذريعي وحدة الوجود جو پرچار ڪري رهيو هو. مٿين سيني درگاهن جو پاڻ ۾ سهڻو سلوڪ هو ۽ وقت جا حاڪم خواه عالم ۽ عام ماڻهو سندن گهڻو خيال رکندا هئا.

## ادبي ماحول

سچل سائين وارو زمانو ادبي لحاظ کان سونهري زمانو هو. اڳ ۾ ڪلهوڙن ۽ پوءِ مير سهراب خان ۽ رستم خان جي حڪومت هئي. انهن درٻارين ۾ علم و ادب جو چرچو لڳو پيو هوندو هو. حاڪم پاڻ شاعر ۽ شاعر نواز هئا. تنهنڪري پري پري جا اديب اچي پنهنجا جواهر پارا پيش ڪري خراج تحسين حاصل ڪندا هئا. مير رستم خان جا بيت ۽ ڪافيون سوز ۽ گداز جي ساک ڀريندا هئا. ازانسواءِ مير عالي خان ۽ مير مبارڪ خان ٻئي سٺا شاعر ۽ سخندان هئا. انهن سيني وٽ بيت بازيون ۽ ادبي معرڪا ٿيندا رهندا هئا. آخوند محمد حيات حاتم، محمد نشان فاروقي، قاضي محمد ڪامل لقماني ۽ خان محمد پيرزادو گڏيجي وارو فارسي جا قادرالڪلام اديب ۽ شاعر هئا. پيرڳوٺ ۾ پير محمدراشد ۽ پير صبغت الله شاه جي ادبي محفل پنهنجو مٽ پاڻ هئي. خليفو محمود نظاماڻي، آئل فقير، ابوبڪر ۽ عبدالله ڪاتيار سندن درگاه سان منسلڪ هئا. گمبٽ ۽ راڻي پور جا پير ابراهيم شاه جيتوڻيڪ پاڻ شاعر نه هئا تڏهن به وڏا فيض وارا ۽ ادب نواز بادشاه هئا. پير غلام محي الدين شاه جو استاد آخوند چنو جامڙو، شير خان ميساوو ۽ پير محمد شاه ثاني انهن درگاهن سان واسطو رکندڙ شاعر ۽ اديب هئا. ڪهڙن ۾ مخدوم احمدي، مقيم مولودي، محمد ذاڪر اڄڻ ۽ رازقڏنو اڄڻ وڏا مداح، مولود خوان ۽ اهل دل شاعر هئا. سگهڙن مان صادق شاه گامبٽو، خير شاه پنجابي، الهرکيو مير بحر ۽ بچو فقير پنهنجو مٽ پاڻ هئا. ازانسواءِ صوفي

شاعرن مان محمد شريف فاروقي، عبدالرحيم گروهڙي، پير عبدالحق خاڪي، جان الله شاهه عاشق، مراد فقير، غلام علي فقير، دريا خان ۽ ٻيا ڪيترا درويش درد جا دفتر کولي رهيا هئا. مطلب تہ شعر و شاعري جو ميدان تمام وسيع هو ۽ جتي ڪٿي علم ادب جو چرچو هوندو هو.

## ٻيا فاروقي شاعر

ادبي دنيا ۾ سنڌ جو فاروقي خاندان فقط ميان صاحبڏني، پير عبدالحق ۽ سچل سائين جي ڪري مشهور آهي. مگر جيڪڏهن ڳوڙهي نظر سان تاريخ جي ورق گرداني ڪبي تہ معلوم ٿيندو تہ هن خاندان ۾ ٻيا ڪيترائي عالم فاضل اديب ۽ شاعر ٿي گذريا آهن، جن تي سنڌ جيترو فخر ڪري اوترو ٻجا ٿيندو. ڪلهوڙن خواه ٽالپرن جي ڏينهن ۾ وقت جا امير پنهنجا خواه پنهنجي ٻارن جا اتاليق گهڻو ڪري هن خاندان جي ماڻهن مان مقرر ڪندا هيا، جو تہ هن خاندان ۾ علم فضل ٻين جي نسبت ۾ گهڻو هوندو هو. هن خاندان مان جيڪي شاعر ٿي گذريا آهن، تن مان پهريان ذوقي ۽ حقيري فاروقين جا نالا اچن ٿا. افسوس آهي جو فقط سندن تخلص ۽ ذات جو پتو پوي ٿو. باقي سندن نالن ۽ زندگي جي احوال جي ڪا خبر ڪانهي. سندن ڪلام قلمي بياض عرف ديوان عجائب مؤلف محمد ابراهيم عشق باز مان ڪافي انداز ۾ ملي ٿو. سچل سائين خود پنهنجي مشهور تصنيف ديوان آشڪار ۾ ڪين ياد ڪيو آهي: ”بسي شاعر نهان شد آشڪارا، ڪجا ذوقي ڪجا رفتہ حقيري.“ هتي ذوقي ۽ حقيري جو هڪ هڪ غزل نموني طور پيش ڪجي ٿو.

### غزل ذوقي

نڪتۂ اسرار حق يا ساغر صهبا است اين
يا دهانِ دلستان يا گوهر يڪتا است اين

پرتو خورشيد و مه يا شمع بزم افروز دل
لالهٔ گل ياسمن يا عارض زيبا است اين
سنبل گلزار حسن و سلسلهٔ مستان عشق
زلف زنجير حزن يا رهزن دلها است اين
خازن گنجينهٔ گل يا دانهٔ دام مراد
زنگيءِ در گلستان يا خال پر سودا است اين
عقد پروين است يا گوهر خوش آب پرتگال
يا در دندان او يا لؤلؤي لاله است اين
بلبل دستان سرا يا مست مجنون صفا
عندليب دلکشا ذوقيءِ ليليٰ است اين

## غزل حقيري

از ازل دل درخمر ابروي جانان بسته ام
تا ابد بر خاک راه يار خود بنشسته ام
غمزه مشرگان او تاجان من بر بوده است
خاکساري حاصلمر شد از خودي وارسته ام
خال رخسارش بسي موزون و دلکش شد ولي
زلف مشکينش چنين بيتاب کرد آهسته ام
نيمر جاني خود به شب ميخواستمر قربان کنمر
تا بپرسد گويمر اينک هر دو دستت بسته ام
مصرع خسرو حقيري دل ز دستمر برده است
گر بپرسد کيستي گو هيچ اينجا سسته ام

ذوقي ۽ حقيري کان پوءِ آخوند عبدالقوي جو نالو اچي ٿو. سندس تخلص طالع ۽ قويطالع هئا. هو ميان نورمحمد ڪلهوڙي جو درباري شاعر هو ۽ ميان نورمحمد جي وفات تي هڪ وڏو مرثيو لکيائين، جنهنجو ذڪر صاحب تڪملہ مقالات الشعراءِ ۾ ڪيو آهي. آخوند عبدالقوي ميان صاحبڏنہ جي سلسلي ۾ ستين ڪڙي مخدوم

شهاب الدين جي ناني جي اولاد مان شيخ علاءُ الدين جو فرزند هو. کيس ڇهه پٽ هئا. ١- مير گوله ٢- صبغت الله ٣- محمد زاهد ۴- فيض محمد ٥- محمد حيات ٦- محمد تقي. سندس ڪلام مان هڪ غزل پيش ڪجي ٿو.

دل ز من رنجيد چون آن دلستان رنجيد رفت
١ طفل را مڪتب بود ماتم چو روز عيد رفت
هر ڪه سر افراخت بر درياي دوران چون حباب
از طلاطم شور شر گرداب وش پيچيد رفت
خوش نفس آن ڪس ڪه بهر رنگ و بوي اين جهان
دل نه بسته در چمن مانند گل خنديد رفت
گر رهِ ليليٰ روي مجنون صفت بگذر ز هوش
گرچه اين صحراي چون ريگ روان غلطيد رفت
اي "قويطالع" به پيش هر ڪه گفتم درد دل
گوش خود را ڪرد ڪرو حال ما نشنيد رفت

## صاحبڏنو

قويطالع ڪان پوءِ درازن جي درگاه جي باني خواجه محمد حافظ عرف صاحبڏنه سائين جو نالو ٿو اچي. هو هڪ بيظير عالم ۽ باڪمال بزرگ هجڻ سان گڏ پنهنجي زماني جو هڪ وڏو شاعر به هيو. شعر ۾ ڪٿي صاحبڏنه ڪٿي حافظ نالو آندو اٿس. سندس ڪلام اسلامي اخوت ۽ مساوات جو آئينه دار آهي. جنهن ۾ ذات پات جي پيد ۽ فرقه پرستي جي بوءِ به ڪانهي. سنڌ جي هڪ وڏي عارف پير محمد راشد روزه ڌڻي جي ملفوظات ۽ بيدل فقير روهڙي واري جي سندالموحدين ۾ سندس ڪلام کي سند طور ڪم آندو ويو آهي. ڪتاب دولهه درازي ۾ قاضي علي اڪبر صاحب جيڪو ڪلام ڏنو آهي تنهن مان اڌ کان گهڻو صاحبڏني شاه بلڙي واري جو آهي. ڪلام جو انتخاب هيٺ ڏجي ٿو.

۱ـ آدم آهي چوڻ ۾، پر آهي پاڻ الله،
سريرئون ساھ، صاحبڏني صحيح ڪيو.
۲ـ الله سجاڻڻ سترو، پاڻ سجاڻڻ ڏک،
تيتر ياڻءِ م سڪ، جيتر سر سجاڻين نہ پنهنجو.
۳ـ ڪنين جو نينهن نهر سان، ڪنين ڊيايا درياھ،
صاحبڏني جي ساھ، سارو سمنڊ سمائيو.

۴ـ ڪي ٻڌڻ سان ٻتجي ويا، ڪي چريا منجهہ چاھ،
صاحبڏنہ جي ساھ، سارا ورق ورائيا.
۵ـ پاڻ پنهنجو پاڻ ۾، جن پسيون پيهي،
صاحبڏنا صورت جي، ڪل تنين ڪيهي
تن وهامي ويئي، چپ چتيندي راتڙي.

## ميان عبدالحق

صاحبڏنہ سائين ڪان پوءِ ميان عبدالحق پنهنجي زماني جو چڱو شاعر ٿي گذريو آهي. شعر ۾ ڪٿي پنهنجو سچو نالو ۽ ڪٿي پنهنجو تخلص "خاڪي" آندو اٿس. سنڌي ۽ فارسي ۾ ڪافي مداحون چيون اٿس. ڪڏهن ڪڏهن غزل جي زمين ۾ بہ طبع آزمائي ڪري همہ اوست جو سر آلاپيو اٿس ۽ بين الاقوامي برادري جي دعوت ڏني اٿس. انتخاب طور سندس فارسي مدح مان ڪجهہ شعر هت ڏجن ٿا:

اي سرور دو عالم
يا مصطفيٰ مدد شو.
اي برگزيده آدم
يا مصطفيٰ مدد شو.
بر عرش حق رسيدي
حق را پديد ديدي
قولِ خدا شنيدي

یا مصطفیٰ مدد شو.
روشن جهان ز رویت
خوشتر ز خلد کویت
ظلمت شبي ز مویت
یا مصطفیٰ مدد شو.
دل از فراق ریشم
بردار پرده پیشم
بنما لقائي خویشم
یا مصطفیٰ مدد شو.
در گور در قیامت
خواهم ز تو شفاعت
مارا توئي حمایت
یا مصطفیٰ مدد شو.

## سخي قبول محمد اول

میان عبدالحق کان پوءِ سندس وڏو فرزند میان سخي قبول محمد اول ڪڏهن ڪڏهن سالڪن کي سلوڪ جا سبق سمجهائیندي في البدیهه شعر به چئي ویندو هیو.
سندس ڪلام نایاب آهي. بیدل فقیر پنهنجي ڪتاب "سندالموحدین" ۾ هينيون شعر ڏنو اهي، جو پیش ڪجي ٿو:

جامن تي جامان، "پرین" پهري آئیو،
کامان ڙي کامان، ڪیڏو لِڪ ڪریم ڪیو.

## محمد حیات "حاتم"

قوي طالع جو پڙ پوٽو محمد حیات ولد محمد واسع هڪ وڏو ادیب ۽ شاعر ٿي گذریو آهي. سندس تخلص حاتم هیو. هو مخدوم نورمحمد بوبڪائي جو همعصر هو. هڪ دفعي میر ڪرم علي خان جي دربار ۾ ویٺو هو ته مخدوم نورمحمد به آیو. ادبي محفل گرم

هئي. مخدوم صاحب فارسي شاعر هلالي جي شهادت جو واقعو بيان ڪيو، جنهن تي مير صاحب ڪيس هڪ لونگي عطا ڪئي. وري جڏهن محمدحيات جو وارو آيو تہ مخدوم صاحب جي ذڪر ڪيل بيان مان ڪجهہ غلطيون ڪڍي صحيح واقعو پيش ڪيو. جنهن تي سڄي دربار ۾ واہ واہ جو شور برپا ٿي ويو ۽ ڪيس خلعت سان گڏ بہ لونگيون مليون. مخدوم صاحب پڻ پنهنجي لونگي ڪيس ڏئي ڇڏي. اهو ذڪر محمد ابراهيم فاروقي جي قلمي بياض تان نقل ڪيو ويو آهي.

آخوند محمدحيات ان وقت عالم خان نظاماڻي جي فرزندن جو اتاليق هيو. ان کان پوءِ هو مير سهراب خان اول جي فرزند مير مبارڪ خان جو استاد ۽ درباري شاعر ٿي رهيو. هو ميان عبدالحق جو مريد هيو ۽ سن ۱۲۵۵ هجري ۾ وفات ڪيائين. سندس هڪ غزل انتخاب طور ڏجي ٿو.

تار محبت است کہ بسيار نازک است
از تار جان نزاکت اين تار نازک است
ساقي بہ جام جم چہ مئي ناب مي دهي
مل را بگل فگن کہ لب يار نازک است
ور تار مويءِ رشتئہ جان بس نزاکت است
ليڪن از اين ميان ڪمر يار نازک است
دلهاي خلق جمع بہ طاق دو زلف تست
هشدار بار شيشہ بہ اين تار نازک است
مشڪن دل رقيب خدا را بڪوي دوست
فهميده پاگذار کہ اين خار نازک است
آخر سوال ما بہ جوابي نمي رسد
با تندخو مناظره بسيار نازک است

## گل محمد

آخوند محمد حيات جو وڏو پٽ گل محمد بہ هڪ وڏو اهل دل

۽ درويش صفت شاعر ٿي گذريو آهي. سندس شعر ۾ جا بجا تصوف جو رنگ نظر ايندو. فارسي مدح ۽ غزل ۾ طبع آزمائي ڪئي اٿس. سن ١٢٦٨ هجري ۾ وفات ڪيائين. سندس هڪ غزل پيش خدمت آهي.

يار من آمد با نقش نگاري عجبي
سرمہ سا نرگس سرمست خماري عجبي
برخ آويختہ ازان زلف بلند آغشتہ
هر سر تار سيہ مار قطاري عجبي
تاختہ آورد بہ صد ناز تجمل جولان
اشهب شوخ عجب شاهہ سواري عجبي
کرد يغما دل من آن بہ نگاهي ناگاهہ
چشمہ سالاس نما شعبده ڪاري عجبي
گل محمد همہ تن ڪاسہ شد اندر عشقت
سر خود کرد فدا در ره ياري عجبي

## عبدالهادي

گل محمد کان پوءِ عبدالهادي ولد صادق علي فاروقي جو نالو اچي ٿو. هو سچل سائين جي وفات جو صدمو سهي نہ سگهيو ۽ ٻئي ڏينهن تاريخ ١٦ رمضان ١٢٤٢ هجري ۾ وفات ڪري ويو. سندس هڪ غزل هيٺ ڏجي ٿو.

در وصف نگنجد کہ چہ سيمين ذقن است آن
بگذشت ز گلبرگ کہ نازک بدن است آن
رويش همہ نور است چون روشن مہ تابان
مويش همہ مشک است ويا آهو ختن است آن
آن زلف کہ آراست خم اندر خم جانان
ماريست سيہ يا ز کمند رسن است آن
يا من بہ مقالات بجز تلخ نہ گويد

با مردم بیگانہ چو شیرین دهن است آن
آن تلخ جوابي ز زبانش کہ بر آید
راحت دل و جان است کہ بس خوش سخن است آن
هادي بہ در خدمت تو سیر شد اکنون
دورش مکن از خویش کہ یار کهن است آن

## محمد صالح

عبدالهادي جو سؤٽي سئوٽ محمد صالح ولد محمد اسماعیل بہ هڪ چڱو شاعر هيو. سندس هڪ غزل هت ڏجي ٿو.

گر دورم از تو باتو سوال و جواب چیست
ور با توام همیشہ مرا اضطراب چیست
گر دورم از تو جان مرا راحت از کجا است
ور با تو ام در آتش هجر و عذاب چیست
از راه معنيٰ ار آمده درمیان جان
و از راه ظاهرت سبب اجتناب چیست
گفتي کہ صالح از الم عشق فارغ است
از سینۂ پر آتش چشم پر آب چیست

## باغ علي

عبدالهادي سان گڏ سندس هڪ عزيز باغ علي فاروقي جو نالو شاعرن جي قطار ۾ اچي ٿو. سندس ناصحانہ ڪلام مان هڪ غزل پيش ڪجي ٿو.

هر کسي صاحب نظر دیدم
بهر لقمہ اي در بدر دیدم
مرد دل هلاک بهر سیز
کیسہ نادان پر از گهر دیدم

مسخره هم دروغ گوئي سخن
نزد شاهد عزيز تر ديدم
جهلا را بہ سيمہ زر دستاز
عالمان را برهنہ سر ديدم
هر كسي هوشمند با دانش
او بہ غمہ سوختہ جگر ديدمہ

## محمد نشان

ان کان پوءِ محمد نشان ولد گل محمد فاروقي پنهنجي زماني جو وڏو عالمہ اديب ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. سن ١٢٦٩ هجري ۾ وفات ڪيائين. سندس ڪلامہ ناياب آهي. فقط بہ قطع تاريخون ملن ٿيون. جيڪي هن مير سهراب خان ۽ مرثيہ گو شاعر محمد عالمہ اوّل جي وفات تي لکيون هيون. سندس تصنيفات مان هڪ فارسي لغات (قلمي) راقمہ الحروف وٽ محفوظ آهي.

## ٻيا شاعر

اِنهن کان سواءِ هيٺين فاروقي شاعرن جون تصنيف ڪيل قطع تاريخون ملن ٿيون.

١ـ خوش محمد ولد محمد ذاڪر وفات ١٢٣٦ هجري.
٢ـ آخوند خان محمد ولد محمد ضياءُ الدين وفات ١٢٥٨ هجري.
٣ـ نورعلي ولد مسعودعلي وفات ١٢٧٦ هجري.

جيڪڏهن ڪوشش ڪري سندن ڪلامہ هٿ ڪيو وڃي تہ جيڪر ادب جو وڏو خال پرجي وڃي.

# عالمن جا رايا

١ـ منجهه سخن تنهنجي الوهيت سندو آثار هو
جنگ جذبي جوش مستي ۾ مثل عطار هو.
(بيدل)

٢ـ سچل سائين تي هميشه الاهي عشق جو غلبو هوندو هو ۽ حال ۾ اچي ڪلام چوندو هو.

*ـ مخدوم الله بخش عباسي، مؤلف تذڪره مخاديم کهڙا*

٣ـ سندس ڪلام تصوف جي متن تي آهي ۽ مضمون رڳو معرفت ۽ حقيقت بابت آهي.

*ـ مرزا علي قلي بيگ*

۴ـ شاهه درازي جي شعر ۾ گهڻو ڪري سندس عشق جا اوچتا آلاپ ۽ الفت جا الست امنگ آهن.

*ـ آغا غلام نبي صوفي مؤلف سچل سرمست*

٥ـ سچل جي ڪلام ۾ واڪا ڪري سوليءَ کي سڏيو ويو آهي.

*ـ جيٺمل پرسرام، مؤلف سنڌ ۽ صوفي*

٦ـ جهڙو جوش ۽ جلال، جواني ۽ جمال سندس باڪمال هستيءَ ۾ هميشه نمايان هو. اهوئي جوش جذبو، جمال ۽ جلال سندس شعر ۾ ظاهر آهي.

*ـ عبدالرزاق ميمڻ رفعت، مؤلف گلزار نظم*

٧ـ سچل جي ڪلام ۾ عرفان، حق ۽ تصوف کان سواءِ واردات

عشق، هجر و وصال جو ذڪر ۽ عاشقانہ پيار الفت جون ڳالهيون بہ ملن ٿيون.

- اردو شاعر نسيم امروهوي

٨- سچل سرمست دين ۽ بي ديني، ڪفر ۽ اسلام جي وچ وارا پردا عشق حقيقي جي آتش ۾ ڦنا ڪري ڇڏي ٿو.

- محمد صديق ميمڻ، مؤلف سنڌي ادبي تاريخ

٩- سچل جو ڪلام معرفت جو شراب آهي، جنهن سان دل مست ٿيو پوي.

- رحيم داد خان مولائي شيدائي

١٠- سندس ڪلام عين بي باڪي جو آئينو آهي ۽ منجهانس رندي ۽ مستي پيئي بکي. ائين پيو ڀانئجي تہ گويا وجد ۾ اچي نچندي شعر چيو اٿس ۽ ذوق مان پڙهندڙن جي دل تي بہ اهڙي ئي ڪيفيت طاري ٿئي ٿي.

- ڊاڪٽر دائود پوٽو

١١- ڪلام چوڻ وقت فقير صاحب حق جي سير ۾ مشغول هوندو هو، جتي فقط مستي ۽ محويت آهي.

- نماڻو فقير هندستاني

١٢- سچل جو ڪلام توحيد ۽ معرفت الاهي جو وسيع ۽ بي نظير خزانو آهي.

- رحيم بخش ميمڻ

١٣- سچل جي ڪلام ۾ بي ڊپائي بي ڌڙڪي موجود آهي.

- سنڌي ادبي سنگت، ڪراچي

١٤- سندس شعر اعليٰ خيال ۽ جذبي وارو آهي.

- ميران محمد شاهہ مؤلف گلزارخيال

١٥- سچو ڪلام عشق و محبت جي سرمستين ۽ تصوف جي باريڪين سان معمور آهي.

- رشيد احمد لاشاري

١٦ـ (سچل سائين) مدهوشي ۾ هوش جون ڳالهيون ڪندو ٿو رهي ۽
هوش ۾ مدهوشي جا راڳ آلاپيندو ٿو رهي.

*ـ عثمان علي انصاري*

١٧ـ ڪٿي ڪٿي شطحيات ﺑﻪ آهن، ورنہ سموري ٻي تصنيفات سوز
گداز، درد ۽ غم سان ڀرپور آهي.

*ـ مولوي محمد صادق راڻيپوري*

١٨ـ سندس ڪلام جي خاص خوبي اها آهي جو نهايت آساني سان
هر خاص و عام جي فهم ۾ جلد اچي سگهي ٿو.

*ـ قاضي علي اڪبر، مؤلف دولهہ درازي*

## اصناف سخن

سچل سائين ڪان اڳ سنڌي شاعري اوائلي ڪبت- دوهڙي ۽ ڪافي يا وائي تي مبني هئي. ڪبت ۾ فقط فقهہ جا مسئلا، معجزا ۽ مداحون وغيره چيا ويندا هئا جي اڄ ڪلهہ متروڪ ٿي چڪا آهن. وايون يا ڪافيون گهڻو ڪري ٻہ ٽپيون هونديون هيون جن ۾ مولود، مناجات يا محبوب جي سراپا وغيره جو بيان ٿيندو هيو. انهن جو مضمون هن وقت جي شاعري جي لحاظ کان اڻپورو هيو. باقي دوهڙو پنهنجي ترقي جا ڪافي مرحلا طئي ڪري چڪو هيو. سچل سائين مٿين سيني صنفن ۾ طبع آزمائي ڪئي آهي. ڪبت ۾ سندس وحدت نامو مخدوم محمد هاشم جي زادالفقير، مخدوم عبدالله جي ڪنزالعبرت خواهہ مخدوم عبدالرحيم گروهڙي جي حقيقت محمدي يا تفسير وغيره کان گهڻو اڳيرو آهي ڇو تہ ان جي زبان وڌيڪ سليس سلوڻي ۽ صاف آهي. ازانسواءِ منجهس روزمره جو ﺑﻪ گهڻو خيال رکيو ويو آهي. ساڳي ريت قتلنامو ۽ جهولڻا وغيره سنڌي شاعري ۾ پهرين ڪوشش هجڻ جي باوجود اڄ ڏينهن تائين پنهنجو مٽ پاڻ آهن. انهيءَ طرز ۾ ڪوبہ شاعر اجا ايترو ڪامياب ڪونہ ٿيو آهي.

مرثيہ جي ميدان ۾ سچل سائين سنڌ جو پهريون شاعر آهي. هن کان اڳ دوهڙن ۽ بيتن جي زمين ۾ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، احسان

فقير ۽ ٻين ڪن شاعرن سر ڪيڏارو آلاپيو آهي. مگر مرثيہ جي صنف سخن جو موجد اسان جو سچل سائين آهي، جنهن کان پوءِ ثابت علي شاه، عالم ڪربلائي ۽ ٻين شاعرن هن فن ۾ پنهنجي قلم جا جوهر ڏيکاريا آهن. سنڌي دوهڙي جي زمين شاه عبداللطيف اڳ ۾ ئي هموار ڪري ڇڏي هئي، باقي ان جي آبياري ۽ گلڪاري جو ڪم سچل سائين اچي پورو ڪيو. هيررانجهو ۽ روجهن جا داستان جيڪي اڳ ۾ ڪنهن بہ سنڌي شاعر بيان نہ ڪيا هيا، تن کي سچل جي زبان حق ترجمان بيان ڪري سنڌي ادب ۾ اضافو آندو. ازانسواءِ سنڌي خواه سرائڪي دوهڙن ۽ بيتن ۾ حسن و عشق جي راز و نياز جون اهي موشگافيون ڪيائين، جن جي تقليد مولوي لطف علي ۽ خواجہ غلام فريد جهڙن شاعرن کي ڪرڻي پئي. بيدل، حمل ۽ ٻيا ڪيترا سنڌي شاعر سچل سائين جي ڪلام کان متاثر ٿي شعر چوڻ لڳا.

سنڌي ڪافي ۾ سچل سائين جو مقام سنڌ جي سيني شاعرن کان مٿي آهي. هن صنف ۾ سچل سائين ساخت خواه مضمون ۽ معنيٰ جي لحاظ کان جيڪي ايجادون ڪيون تن ۾ اڄ ڏينهن تائين ڪوبہ اضافو ڪري نہ سگهيو آهي.

سنڌي موزون ڪلام ۾ اوليت جو سهرو هالن جي شاعر مخدوم عبدالرؤف ڀٽي جي سر تي آهي، مگر سندس ڪلام صرف قديم مولودن ۽ مداحن تائين محدود آهي. سچل سائين جون ڪيتريون ڪافيون ۽ غزل بہ علم عروض جي قاعدن موجب آهن. ازانسواءِ زبان جي صفائي، خيال جي گهرائي خواه مضمون آفريني ۾ سچل سائين جي ڪلام جو درجو بلند آهي.

سچل سائين اردو ۾ بہ ڪجهہ غزل چيا آهن جي ان وقت جي لحاظ کان هڪ معجزي جي حيثيت رکن ٿا. ڇو تہ ان وقت اردو شاعري پنهنجون ابتدائي منزلون طئي ڪري رهي هئي. سراج الدين خان آرزو جي وفات وقت سندس عمر سترهن سال هئي. اردو زبان جو هڪ وڏو عالم ۽ شاعر نسيم امروهوي پنهنجي رسالي ۾ سچل سائين

جي ڪلام تي تبصرو ڪندي لکي ٿو ته: سچل سائين ان وقت به اردو غزل ۾ اهڙا صوفيانه ۽ اخلاقي مضمون نظم ڪيا، جيڪي اڄ به انقلابِ ذهنيت جي باوجود هر طبقي ۾ مقبول آهن.

فارسي ۾ سچل سائين غزل، مستزاد، قطع ۽ مثنوي ۾ طبع آزمائي ڪئي آهي. انهن سڀني صنفن ۾ مثالن ذريعي وحدت الوجود جي وضاحت ٿيل آهي. خيال جي بلندي ۽ معنيٰ جي گهرائي سان گڏ صنايع ۽ بدايع به چڱا استعمال ٿيل آهن، مگر زبان جي بندش ۽ صفائي اهڙي نه آهي جهڙي هڪ اهل زبان شاعر جي ڪلام ۾ هئڻ گهرجي. ممڪن آهي راوين ۽ ڪاتبن جي غلطين سبب ڪلام جي اصلي صورت سالم نه رهي هجي. بهرحال سندس قادرالڪلامي ۾ ڪوبه شڪ ناهي.

## موضوع سخن

سچل سائين پنهنجي زماني جو هڪ بي نظير شاعر ٿي گذريو آهي ۽ اڄ ڏينهن تائين ڪائنونس پوءِ سنڌ سندس درجي جو شاعر پيدا نه ڪري سگهي آهي. هو هڪ مجذوب سالڪ ۽ الاهي اسرار جو عارف هيو. تصوف جو ڪو اهڙو نڪتو ڪونهي جو سچل سرمست نروار نه ڪيو هجي.

هو ٻڌائي ٿو ته هي جهان اصل عدم جي اوڙاهه ۾ هيو، مگر جڏهن ذات الاهي پنهنجي صفات جي مظهر کي ظاهر ڪرڻ چاهيو تڏهن "ڪن" جي اشاري سان ڪائنات جو ڪتاب جڙي راس ٿي پيو ۽ هي سموري هنگامه آرائي نيستي مان نڪري نروار ٿيل هستي واري نئين چيز مان پيدا ٿي پئي. سچل اهو سمورو مضمون هيٺين ٻن سٽن ۾ هن طرح ادا ٿو ڪري:

ز ناچيز شده يک چيز پيدا
که او در هر دو عالم شد هويدا.

وري جڏهن وحدت جي وادي ۾ اها ڪثرت جي ڪچهري

لڳي، تڏهن هن ساري ڪچهري جو مير مجلس ۽ روح روان حضرت انسان کي ئي قرار ڏنو ويو ۽ تخليق جو سمورو راز ان جي سيني ۾ سمايو ويو.

ندیدم سر از انسان بیرون
هم ملک خدا گر دیده ام.

صورت سڀ انسان جي، اتي عشق اصل،
خلق الله آدم عليٰ صورته، جزو تهڙو ڪل،
الانسان سري و اناسره، سچ سچا پيو سل،
ٻول نہ ٻي تون ٻل، هتي هتي هڪ تي.

انسان کي ڪائنات جو جوهر ۽ اشرف المخلوقات بڻائي ساري خدائي جون واڳون سونپيون ويون، مگر انسان وري ٻي مخلوق تي حڪم هلائڻ بدران انسانن تي حڪومت هلائڻ شروع ڪري ڏني. ذات پات جو ٻيد، نند وڏائي جا درجات ۽ دوئي جا طلسمات ان کي ويڙهي حقيقت جي نقطي تان هٽائي ويا. سچل سائين اها حالت ڏسي هڪ همدرد ناصح جي صورت ۾ هن طرح هدايت ٿو ڪري:

آءُ سالڪ ڪر صحيح تون هن طلسمات کي،
ٻيجِ دوئي تان ڪل پوئي دور ڪر درجات کي.

دوئي جا بند ٻيجي ڪثرت جي طلسم توڙڻ بعد وري ساڳيءَ وحدت جي وادي ۾ قدم ٿو پوي ۽ هيڪڙائي جو عالم نظر ٿو اچي. سچل اها هيڪڙائي واري هستي پنهنجو پاڻ ۾ ٿو پسي ۽ سڀ ڪجهہ پنهنجو ئي مظهر تصور ڪري ٻبانگ دهل پڪاري ٿو:

پاڻ پنهنجو پاڻهي، صورت منجهہ سڄاڻ،
الله چو چوين، پاڻ ئي الله جاڻ،
ناهي شڪ گمان، سچو سائين هيڪڙو.

انهيءَ مٿئين منزل ماڻڻ لاءِ ڪيس ڪنهن بہ اڪتسابي علم ۽ هنر جي ضرورت نٿي پوي. اها شيءِ شيخن مشائخن وٽان نٿي ملي

چو تہ اها امانت فقط الاهي عشق جي عطا آهي جنهن لاءِ ڪوبہ ٻيو ٻيءَ جو ناهہ ڪارگر نٿو ٿي سگهي.

بزرگ شيخ مشائخ يارو، نا مخدوم ٿياسي،
نڪي قاضي، نڪي ملا، معلم پير بڻاسي،
نڪي ٻاهہ ٻيءَ جا ٿاهي، رنگ رساءَ رکياسي،
سچا ٻاجهئون عشق الله جي، ڪوئي هنر نہ سکياسي.

سچي ۽ الاهي عشق لاءِ عقل ۽ اختيار جو ڪم ناهي. اتي محبت جي ميخاني مان بيخودي جي شراب جي ضرورت آهي، جنهن جي پيئڻ سان خدائي خمار چڙهي ٿو ۽ ان مدامي مستي سان ئي الستي عشق حاصل ڪري الاهي اسرار جو راز حاصل ڪري ٿو سگهجي.

مست رهي ميخاني اندر، منگ وٺي سي مستي،
مستي سان نا سر سڄاڻي، تنهن جو ڪم ڪم بختي،
ٻيون سڀ ڪوڙيون ڳالهيون، سچا! سچو عشق الستي.

الاهي عشق حاصل ڪرڻ سان سالڪ کي پنهنجي هستي جي سموري حقيقت معلوم ٿي وڃي ٿي. هو عبديت جي اولي کان ٻاهر اچي خدائي رنگ ۾ رنڱجي ٿو وڃي. اهڙي حال حاصل ڪرڻ بعد ئي سچل سائين پنهنجي وقت جي غلامانہ ذهنيت خلاف صداءِ احتجاج بلند ڪئي هئي ۽ علامہ اقبال کان هڪ سؤ سال اڳ خودي جو نعرو بلند ڪيو هيو. سندس ڪلام ۾ اها هڪ اهم خصوصيت آهي جو هو تقليدي رسم و رواج جا بند ڀڃي تحقيقي مرحلن طئي ڪرڻ جي تلقين ڪري ٿو.

تون ئي مالڪ ملڪ جو، ٻانهو ٻانءِ م پاڻ،
لا خير في عبيدي، اهو اٿئي اهڃاڻ،
صورت منجهہ سڃاڻ، پاڻ پنهنجو پاڻهئي.



ٽوڙ رواج ۽ رسمون ساريون، مرد ٿئين مردانو،
پاڻ بيگانو مول نہ ڄاڻين، آهين يار يگانو،
ونفخت فيه من روحي، بلڪل ڇڏ بهانو،
وهم سچل ڪڍ پانهپ وارو، شملو پڏ شهانو.



طبل وڄائج وحدت وارو، غازي ڇڏ گدائي،
هيڏي هوڏي تون ئي آهين، ڪانهي جاءِ جدائي،
الانسان سري و انا سره، آهين خاص خدائي،
بر بحر ۾ تنهنجو، سچا آهي سير سدائي.



ڇوڙ گمان گدائي والا شملا پڏ چا شاهي دا.

هو وحدت جو طبل وڄائيندي انساني برادري جي وسيع پيماني تي دعوت ٿو ڏئي. خواه مذهب جي فروعي ۽ منجهيل مسئلن کان سندس منزل مٿي آهي. ڪابہ گروه بندي ڪانہ آهي، هو هرڪنهن جي صورت ۾ پنهنجي محبوب جو مشاهدو ٿو ماڻي:

نہ بي ديني بندي ۾، نہ اسم اسلامي،
هندي سنڌي ناهي، هو شاهہ نا شامي،
نڪا حرڪت هن ڪي، نڪي آهي آرامي،
خواجہ خدامي، پنهنجي ڪري پاڻ ٿو.

ايتري فراخ دل ۽ بين الاقوامي برادري جي مبلغ هجڻ جي باوجود سچل سائين ائين ڪڏهن بہ نہ ٿي چاهيو تہ ڪا هڪ قوم دغا ۽ دولاب سان ٻي تي غالبو حاصل ڪري وڃي. سندس زماني ۾ جڏهن فرنگي سياست جو ڄار سڄي هندستان ۾ پکڙجي چڪو هيو، جابجا سندس عياري ۽ مڪاري پنهنجو ڪم ڪري رهي هئي ۽ خود ملڪ کي حريص نگاهون پنهنجي آماجگاهہ بڻائڻ لاءِ سوچي رهيون هيون،

تڏهن فقط هن شاعر جي دوربين ۽ موقع شناس نظر پنهنجي وطن واسين کي ايندڙ خطري کان خبردار ڪري رهي هئي ۽ هو وقت جي تقاضا موجب هندو- مسلم اتحاد تي زور ڏئي بار بار پڪاري رهيو هو:

وقت اها تي ويل، دوئي دور ڪرڻ جي،
ڪڍ مذاهب من مان، ساجهر ساڻ سويل،
هندو مومن سان ملي، محبت جا ڪر ميل،
متان ٿئي اويل، اولهه سج نه الهي.



اولهه سج نه الهي، متان ٿئي اوير،
ميڙي ويندءِ مغربي، تاريڪيءَ ۾ تير،
چڏي ويندئي چيرين، ڊوندين سدا ڊير،
مرد ڏين تنا مام ۾، ماتيڪي متير،
وَجهه اتي وِجهه پاڻ ۾، هيڪڙائي جي هير،
ناسودي ناخير، نپٽ پوءِ نابود ڪر.

نه فقط ايترو مگر فرنگين جي دريائي تماشي ۽ هنرمندي ۾ خلوص نه ڏسي مٿن اکيون ٻوتي ويساهه رکڻ جي خطرناڪ نتيجن کان به قوم کي کولي کولي واقف ڪري ويو آهي.

مڪڙي ڏنم موج ۾، تنهن ۾ مير ملاح،
مچيون مارن اوچتي، بانڪا بيپرواهه،
لهر بحر جا حاڪم ڇاٽي، شوريا وتن شاهه،
وائڙا رکن تن متان، ويچارا ويساهه،
آسرا اڙين جا، آهن منجهه الله،
ڏئي پانڌ پناهه، رکي وٺندو راج کي.

مٿين بحث مان معلوم ٿيندو ته هو هڪ بي نظير قومي ۽ بين الاقومي شاعر آهي ۽ قدم قدم تي انساني برادري ۽ مساوات جي تبليغ ڪندو ٿو رهي.

ان کانسواءِ حسن و عشق جون سموريون ڪيفيتون سندس ڪلام جو حصو آهن. مجاز ۽ حقيقت جون اهي موشگافيون ڪيون اٿس، جتي ڪنهن عام شاعر جي رسائي مشڪل ۽ محال ٿيندي. حسن جي حملي جو منظر ڏسو.

چالي چشم چٽڪ، ماريو محبوبن جي،
قاتل فوج حسن جي، آئي ڪاهون ڪاهہ ڪٽڪ،
اچي وڏائون اوچتي، سيني سيف سٽڪ،
عاشق ٽپي آئيا، اٽڪجي اٽڪ،
جهٽ پٽ سان جهٽڪ، سر سٽيائون سٽ ۾.

ساڳي نموني مجازي محبوب جي سراپا بيان ڪندي ان جي ڪندن جي وصفن جي تصوير ٿو ڪڍي. سندس منهن کي مصحف سمجهي تلاوت ٿو ڪري ۽ برهہ جا سمورا باب ختم ڪري ٿو ڇڏي.

ابرو ڪنديا قرب جا، وار ڪنديا ڪارا،
اکين ڪنديون عجيب جون، ماٽڪ موچارا.



محرابي مرغول، ڪنديا پيشاني پارا،
منا موچارا، سدا منهنجا سپرين.



ڪجا ڪج محراب، منهن تي محبوبن جي،
ڏنگا ونگا ورهہ ورهہ، مصحف جا اعراب،
سٺون سيپارن جون، پڙهڻ ٿيون ثواب،
برهہ سندا باب، سچل سڀ ختم ڪيا.

اهو ساڳيو مضمون ٻئي هنڌ ٻئي پيرائي سان بيان ٿو ڪري.

مصحف پاڻ چوان، منهڙو محبوبن جو
آيتون منجهہ عشق جون، مطالع ڪيان،

قاري اچي کو پڙهي، هجي هي روان،
حرف سڀ سنوان، ڏنگو ڏسان کونہ کو.

محبوب جي ابروءِ خمدار کي قوس قزح سان تشبيهہ ڏئي نيهن جي نظاري کي ڪيئن نہ خوش اسلوبي سان بيان ٿو ڪري.

قوس قزح ڪمان، ابرو عجيبن جا،
ضرب ظلم جي زور سان، اڇلن الامان،
سل هڻن ٿا سيني ۾، پنبڙين جا پيڪان،
نيزا نيهن نشان، سچل سر سهائيا.

محبوب جي منهن تي پگهر جي پاڻي جي تصوير ڪڍڻ لاءِ ڪهڙا نہ رنگين لفظ استعمال ٿو ڪري.

قطرا آب عرق، سونهن سجڻ منهن تي،
جرڪن جهلڪن ٿا ائين، جئن پني ماڪ مرڪ،
داڻا ڪن درڪ، دل ۾ درديلن جي.

وري محبوب جي منهن تي زلفن جي پکڙجڻ جون تشبيهون ملاحظہ ڪيو.

مو پکيڙيا منهن تي، چيبيلن چلاءِ،
سنبل چڻ ڪي سلاءِ، صبح ڪڍيا ساجهري.
مو پکيڙيا منهن تي، چيبيلن چلاءِ،
واسينگن ولاءِ، ورهہ وارن تي ڏنا.



چيبيلن چلاءِ، مو پکيڙيا منهن تي،
نيم شبي مهتاب جان، منهن ٻرن مشعلاءِ،
تاريڪي ۾ تيجارا، تڪا ڏين تجلاءِ،
عاشق ات اجهلاءِ، سر ڏين ٿا ست ۾.

يار جي رخسار تي ڪاري تر جو منظر جيئن سچل سائين ڏيکاريو آهي تيئن سڀ ڪو شاعر ڏيکاري نٿو سگهي. سندس حسن بيان ۾ حسن تشبيهه جو انداز لڳايو.

حبيبن حبشي، پهرو رکيو پاڻ تي،
اندر اچڻ کان اڳي، ڪاتي تنهن ڪشي،
رخ انهيءَ رشي، ڪروڙين قتل ڪيا.

مجازي محبوب جي سراپا بيان ڪرڻ کان پوءِ هن جي مرغنامي ۾ عاشقانہ خط و ڪتابت جا راز ونياز بہ عجيب نموني سان آيل آهن جن ۾ زبان جي سلاست سان گڏوگڏ نازڪ خيالي ۽ بلند پرواز جا اهڙا مثال ملن ٿا، جي سڀ ڪنهن جي ڪلام ۾ نہ ليندا. سندس پرت جي پني جون تمثيلون ڏسو.

پني ۾ پيغام، لکي مڪا سڄڻين،
سي نہ سمجهن عام، جي آهن منجهہ اشارتين.



الوهيڙو عشق جو، ساٿي ساڻ نيو،
ڪامي پاڻ پيو، خوني خط پريـنءَ جو.



منجان ڪئين لکي، ڪتابت قريب ڏي،
ساٿي وات سکي، پڌائي نہ پين کي.



اجا عبارت، لکڻ لڳس پرينءَ ڏي،
روئندي پريون رتِ، اوتڻ پئي اکيون.



جارون لکيم جو، ڪاغذ قريب ڏي،
حقيقت جا حال جي، واچڻ وينو ڪو،

پڙهندي پنو سو، تنهن کي آنديون آئيون.



پينر ڪئين پنو، هي جو نامو نيهن جو،
خط خمار ڏنو، جيڪس پڙهندي پرينءَ کي.

سوز و گداز سچل سائين جي رڳ رڳ ۾ سمايل هيو. سندس عقيدي موجب بي درد نامرد آهي ۽ محبت جي مرحلن طئي ڪرڻ لاءِ درد کان سواءِ ٻيو ڪوبہ رهبر ڪونهي.

درد در دل هر ڪہ باشد مرد اوست
حرف بيدردان موثر نيست نيست.



ورتم ڏگ درد جو، تنهن سڀ ڪا وات وساري،
چنڊ اڀري آئيو، وئي سڀ انڌاري.



گوندر جن گذاريو، آءُ تنين گولي،
هينئڙي ۾ هولي، هوندي ڏکن وارئين.

سچل سائين هڪ عارف ۽ عاشق شاعر هجڻ سان گڏ فطرت جو بہ وڏو نقاش آهي. هو قدرت جي نظارن کي اهڙي نموني سان چٽي ٿو وجي جو اهي نظارا جڻ اسان جي اکين جي سامهون اچي ٿا بيهن. سر سارنگ ۾ سندس منڌائتي مينهن جو منظر ڏسو-

ٻهہ ٻهہ ڪندا آئيا، ٻيهر ٻڪروال،
ڪڪرن جي ڪڙڪاٽ کان ويا ٿـهي مال،
آهُن ۾ اچي پئي، چونگن سني چال،
منڌائتي منڊل ڪيا، جر اٿا جال،
پلر سان پُسي پيا، پنهوارن پلال،
جهري پيون جهوپيون، جهانگيئڙن اجهال،

ننگو ڪج نہ نڌر ڪي، نماڻن ننگ پال،
جن جا ھھڙا حال، تن پرور پت رکيج تون،



ھڪ وسڻ ٻيو وڄڻ، تيون لهي پيو سيءُ،
جھوري وڌئين جھوپيون، ڇـن وڌائين ڇيءُ،
رنن جو رڻ ۾ والي وسيلو تـيءُ،
حال جنين جو ھيءُ، تن پرور رک پناه ۾.

مٿين ٻن بيتن ۾ مينهن وسڻ وقت ھڪ واھڻ ۾ جيڪو ماحول پيدا ٿئي ٿو ان جي ھوبهو تصوير اسان جي سامهون آھي ۽ اھا تصوير اھڙن دلڪش مناسب ۽ موزون لفظن ۾ ڪڍي وئي آھي جيڪي سندس نيچرل شاعري جي ساک ڀرن. ازانسواءِ سندس روجھن جو داستان پڙھبو تہ سندس مضمون آفريني ۽ جدت جو اندازو لڳائي سگھبو. مثال طور ٻن بيتن تي اڪتفا ٿي ڪجي.

ڦوڙائي جون ڦٽيون، ڦٽيون تيون ڦولهين،
ابر سندي آسري، تڪر تيون تولين،
ڳوليو تيون ڳولين، ترايون تر ڀريون.



پانڌوڙيون پھاڙ جون، رٽين ڪوھ رھن،
لوڇي سي لهن، جن سچو ڀڏو سندرو.

سچل سائين جي ڪلام جو گھري نظر سان مطالعو ڪبو تہ معلوم ٿيندو تہ ڪيس زبان تي وڏي دسترس ۽ عبور حاصل آھي. الفاظ جي نشست، بندش جي چستي، بيان جو جوش ۽ زبان جو زور سندس قادرالڪلامي جو ڪلمو پڙھيندا نظر ايندا. الفاظ سندس حڪم موجب زبان جي صفائي سان فرمانبردار نوڪرن وانگر پنهنجي پنهنجي مناسب جڳھ تي ازخود ايندا ويندا. محاورا، ضرب المثل ۽ اصطلاح بلڪل روزمره جي مطابق ھوندا. مجال آھي جو ھڪ حرف بي مهل استعمال

ٿيل هجي. مطلب ته هر شيءِ منديءَ جي تڪ وانگر پنهنجي جاءِ تي جڙيل نظر ايندي. ڪمال اهو آهي جو زبان جي صفائي سان گڏ صنايع بدايع جي سرخي به شامل هوندي آهي ۽ ان ۾ ڪو نه ڪو ناصحانه پهلو به موجود هوندو، مثال طور سندس محبت جي باغ مان به چار عقيدت جا گل پيش ڪجن ٿا.

مون ۾ آهين تون، تو ۾ آهيان مان،
بجلي بادل سان، آهي جيئن سپرين.



هڪ جوءِ ٻي جوءِ، ڇڏي ڪين جوان،
اهي سڀ انسان، ننگن تان نثار ٿيا.



سر سنواريو سر ڪي، سر سنواريون سر،
جو آهي سورٺ ور، سو ڏيڻ ڪان ڪٿي ڏري.



مور نه محبت ڪان مڙان، هتي اچي هاڻ،
ڪاڻ ڪني جي ڪاڻ، ڳئون چاريندس ڳوٺ جون.



ڪچو سچو ڪين ٿئي، توڙي اچي رنگ،
سچي سندي سنگ، ڪچا سچا ٿي ويا.



حرف حلال هيڪڙو، ٻيا سڀ حرف حرام،
عاشقن انجام، اهو آهي عجيب سان.



ڪاتي ريءَ ڪهي ڇڏيو، راتا تنهنجي رنج،
سڪون سڀ سهنج، سوڍو ساڻ ڪٿي ويو.



سوڌا هن سڙيءَ جو، لهي وڃ سماءُ،
ويرين وڏو وچ ۾، آهي وير وڏاءُ،
مون تي لڳندو ڪونه ڪو، پيارا پاٽي پاءُ،
هيڪر هيڏي آءُ، ته پير لوي پڌري ٿئي.

مطلب ته سچل سائين جي ڪلام ۾ فصاحت ۽ بلاغت جو درياه چوليون ماريندو نظر ايندو. خيال جي گهرائي، فڪر جي بلندي، ٻولي جي سلاست ۽ بيان جي خوش اسلوبي سندس ڪلام جون اهم خصوصيتون آهن. حاصل ڪلام شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح کان سواءِ سنڌ جو ڪوبه شاعر ڪنهن به لحاظ کان سندس مد مقابل ٿي نه سگهندو.

**- حامي**

# ساقي نامي ۽ مثنوين جو مختصر تعارف

## ساقي نامو

هن ۾ ڪل ايڪويهه قطعا بحر رمل جي ٻن وزنن تي آهن. پهريان ٻارهن فاعلاتن مفاعلن فعلن تي ۽ باقي نَوَ فاعلاتن فاعلن (يا فاعلات) تي آهن. انهن قطعن ۾ ازل جي ساقي کان معرفت جي شراب ۽ حقيقي عشق جي درد حاصل ڪرڻ جي صدا ڪئي وئي آهي. شاعر وڏي واڪئين انگوري شراب کان عاري ٿو ٿجي ۽ عرض ٿو ڪري، ته اهو شراب مئل دل کي زندگي بخشي نه سگهندو، تنهن ڪري سندس التماس آهي ته کيس اهڙو شراب عطا ڪيو وڃي، جيڪو هن کي مَتيءَ جي هيٺان به هميشه لاءِ زنده رکي.

## راز نامو

هيءَ هڪ ڊگهي مثنوي آهي، جيڪا بحر رمل مسدس محذوف تي چيل آهي. هن ۾ ڪل اٺ سؤ اٺونجاهه شعر آهن. هن مثنوي متعلق شاعر جو پنهنجو قول آهي ته:

ناهي فردوسي نظامي جو جواب،
دُر يگانو آهي منهنجو هي ڪتاب
هن ۾ ناهن بادشاهن جا قصا،
معرفت وارا ٿا سمجهن ماجرا،
ڪين آهي هي مسائل جو ڪتاب،
منهنجي مرشد جي اڳيان ٿيو مستجاب.

## تار نامو

هيءَ هڪ سؤ ڇائيتاليھ شعرن جي مثنوي آهي جيڪا بحر رمل مسدس محذوف (فاعلاتن فاعلاتن فاعلن) تي چيل اهي. هن ۾ هڪ طنبوري جي تار جي زباني معرفت جون رمزون بيان ڪيون ويون آهن. تار پنهنجي حقيقت بيان ڪندي ٻڌائي ٿي تہ: ڪيس ڪاٺ مان ڪڍي، ڪوري ۾ پچائي، وڏاٽن ۽ متڪن جون مارون ڏنيون ويون آهن. ۽ موجوده صورت ۾ آڻي ڪاٺ جي طنبوري سان ملايو ويو آهي. طنبوري واري ڪاٺ کي بہ ڪوري، تڪليفون ڏئي، موجوده صورت ۾ آندو ويو آهي. طنبورو ۽ تار وڄائڻ واري آڱر جا محتاج آهن، ۽ ان جي اشاري سان وڄوڙي جا ورلاپ ڪري درد وارن کي سوايو سوز بخشين ٿا. آخر ۾ مرشد شاعر کي سمجهائي ٿو:

جسم طنبورو تہ تار آهي زبان،
ٿي ڪري اسرار موليٰ جا عيان.
قلب طنبورو ٿيو ۽ تار جان،
آهي ڪاريگر جي آڱر جو بيان.
درد دل جي سان لکيم هي ماجرا،
خود قلم کي حڪم فرمايو خدا.
رازنامو آهي منهنجو هي ڪتاب،
جو بہ پڙهندو سوئي ٿيندو ڪامياب.
عشق جي غم جو منجهس آهي بيان،
جو زبان مان ناهي آهي دل منجهان.

هن مثنوي ۾ خدا تعاليٰ ۽ رسول مقبول صہ جي تعريف ڪان پوءِ سڪندر ۽ نوشابہ جي تمثيل ۾ ابن عربي جي مشهور وحدة الوجود واري فلسفي جي اپٽار ڪئي وئي آهي. ۽ چيو ويو آهي، تہ حقيقي محبوب احد مان احمد جي اوٽ ۾ سفير بڻجي آيو آهي، اهو آقا عبد بڻجي، پنهنجي صفتن جا مختلف روپ ظاهر ڪري رهيو آهي. انهيءَ حقيقت جي خبر عشق جي درد ڪان سواءِ ڪنهن کي نٿي پوي. تنهن

ڪري سالڪ لاءِ ضروري آهي ته هو قيل ۽ قال وارا مسئلا ڇڏي، عشق جي جذب ۽ حال واري منزل ۾ اچي ۽ لامڪاني سير ڪري.

ان ڪان پوءِ مختلف تشبيهن جي ذريعي همہ اوست جو سبق سمجهايو ويو آهي. اهو سبق سمجهائيندي ننڍيون ننڍيون حڪايتون بيان ڪيون ويون آهن، ۽ اناالحق جي رازن ۽ رمزن جي اُپٽار ڪري، منصوري ۽ فرعوني دم جو فرق ٻڌايو ويو آهي.

آخر ۾ معرفت جا نڪتا بيان ڪندي، درازن جي درگاه ۽ فقيري سلسلي جو احوال قلمبند ڪيو ويو آهي.

## گداز نامو

هيءَ مثنوي بحررمل مسدس محذوف تي چيل آهي. هن ۾ ٻہ سؤ ڇوويھ شعر آهن. هن مثنوي ۾ بہ وحدة الوجود جي تبليغ ڪئي وئي آهي. شاعر چوي ٿو تہ: "پنهنجي هستي کي فنا ڪري، حق جي هستيءَ ۾ قائم رکڻ گهرجي." هو برف جي تمثيل ۾ سمجهائي ٿو تہ: جڏهن برف ڳري ويندي، تڏهن پاڻي ٿي ويندي، جنهن مان نرالا ڪم پيدا ٿيندا ۽ گل ڦل ٿري گلزار ٻڻجي پوندا. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن سالڪ پنهنجي جسماني هستي کي فنا ڪندو، تڏهن ئي حقيقي بقا ماڻي سگهندو. جڏهن عبد، معبود سان گڏبو، تڏهن غير فاني ٿي ويندو ۽ معبود جي هستي وڃي بچندي.

هو ٻڌائي ٿو تہ: هن جسماني ڪائي ۾ روح جو نوراني ڏيو وشن ٿو رهي. مگر انهيءَ ڪائي جي ڪري اُن جي روشني ظاهر ٿي ٿئي. اهو ڪائو ڀڄندو، تہ روحاني ڏئي جي روشني ظاهر ٿي ٻوندي.

اڳتي هلي شاعر چوي ٿو تہ: حقيقي محبوب پاڻ کي عبد سڏائي ٻانهپ جي ٻولي ٿو ٻڌائي. اها سندس پنهنجي مرضي آهي تہ پلي پاڻ عبد سڏرائي، پر اسان سندس شان کي سڃاڻون ٿا. اسان کي ڪيس ٻانهي سڏڻ جي ڪا مجال ناهي. وري ڪڪڙ جي آني جي تمثيل ۾ ٻڌائي ٿو تہ لاهوتي پکي آني ۾ لڪل آهي، پرواز ڪري نٿو سگهي.

ڪيس اهو جسماني ڪوٽ ڀجي ٻاهر وڃڻو ۽ اُڏامڻو آهي.

آخر ۾ پنهنجي مرشد جي مهرباني مجيندي ٻڌائي ٿو ته: سندس فيض واري نظر سان "مان ۽ اسان" وارا سمورا حجاب دور ٿي ويا ۽ هر طرف حق ئي حق نظر اچڻ لڳو.

مون ڪي مرشد راهه ڏيکاري ڇڏي،
دل وئي سيني خيالن تان ڪڇي.
هي خدائي دم غلامي جو پڙي،
اُن جي در جي خاڪ سرمو ٿو ڪري.

## عشقنامو

هيءَ مثنوي بحر رمل مسدس محذوف تي آهي. هن ۾ هڪ سؤ ايڪونجاهه شعر آهن. هن مثنوي ۾ انسان جي عظمت جو بيان ڪيو ويو آهي. عارف سچل سائين ٻڌائي ٿو ته: ڪيس پنهنجي پير عبدالحق وٽان ان حقيقت جي پتو پيو آهي، ته در اصل آدم جو گهر حق جي گهر آهي. هو جو ڪجهه ٻولي يا ٻڌي ٿو. اهو حقيقت ۾ حق آهي. ظلم ۽ جهل ٻيئي سندس ئي فعل آهن. ظلم مان سندس مراد پنهنجو نفس ڪهڻ ۽ جهل مان مراد پنهنجو پاڻ کان پاسي ٿيڻ آهي. هو الستي عهد ۽ قالوابليٰ ٻنهي ڪي عشق جا گفتا ٿو سمجهي. حق جي ذات انسان ۾ لامڪان جا راز ۽ رمزون رکي عشق آڳ لائي ڇڏي آهي، جنهن جي نتيجي ۾ هو لامڪان جو شهباز ٻڻجي پيو آهي. پوءِ انسان کي جنت جا سير ڪرائي، زندگيءَ جون نعمتون عطا ڪيون ويون. ان کان پوءِ هن کي مٽيءَ جي ملڪ تي آندو ويو، جتي ڪيس محنت ۽ محبت جي مڪان ۾ رهڻو پيو.

مٿي ذڪر ڪيل حقيقت بيان ڪرڻ کان پوءِ عشق ۽ عقل جو بحث ڇيڙي، عقل کي عشق جو دربان ثابت ڪيو ويو آهي. پڇاڙيءَ ۾ ٻڌايو ويو آهي ته:

عقل اٽڪيل ٿو رهي تقليد ۾،

عشق هردمر ٿو رهي توحيد ۾.
عقل سان دنيا جو درشن ٿو ڪجي،
عشق سان پسجي ٿو حق جي ذات کي.

## درد نامو

هيءَ مثنوي بحر رمل مسدس محذوف ۾ چيل آهي، هن ۾ ڪل ڇهاسي شعر آهن. هن ۾ پنهنجي مرشد وٽان ورتل درد جو سبق دهرايو ويو آهي ۽ عارف سچل جي قول موجب درد کان سواءِ ماڻهو ڪنهن به ڪم جو ناهي. جيڪڏهن هو درد واري بيخوديءَ ۾ رهندو، ته فنا جو ماڳ ماڻي بقا جو حال حاصل ڪندو، اهوئي وحدت جو سچو رستو آهي. اصل ۾ ساري ڪائنات وهم ۽ خيال کان وڌيڪ ڪا هستي نٿي رکي. هستي هڪڙي حق جي هستي آهي، جنهن ۾ "مان اسان" وارا ٻيائي جا ٻول ختم ٿي وڃن ٿا.

## رهبر نامو

هن مثنوي ۾ شاعر شرح غوثيه ۽ منطق الطير تان مثال وٺي 'وحدت الوجود' جي اپٽار ٿو ڪري ۽ همه اوست جو نعرو هڻي ٿو. هو ٻڌائي ٿو ته: جهڙي طرح چنڊ گرهڻ وقت چنڊ آسمان جي برج ۾ اچي پردي ۾ ٿو رهي، تهڙيءَ طرح انسان به پنهنجي هستيءَ جي ڪڪر ۾ گم ٿي ٿو وڃي ۽ نظر نٿو اچي. سندس عقيدي موجب روحاني نور ڪجهه وقت لاءِ جسماني ڪوٽ ۾ گم ٿي ٿو وڃي. ان کي انهيءَ خاڪي پڃري کان ٻاهر ڪبو، ته ڪثرت جا سمورا ڪوٽ ڊهي ويندا ۽ وحدت وارو هڪ وجود باقي وڃي بچندو. اهڙي منزل تي پڇهڻ لاءِ عشق جي درد جي ضرورت آهي. انهيءَ درد سان معرفت جو در کلي ويندو ۽ عشق جو اعليٰ مرتبو حاصل ٿيندو. انهيءَ درد جي دولت سان طالب ذري مان آفتاب بڻجي ويندو. هن مرتبي حاصل ڪرڻ لاءِ دنيا جا سمورا واسطا ٽوڙي، جسماني ناتن کان منهن موڙڻو پوندو، ۽ اهڙو درجو حاصل ڪري سگهبو، جو هر شيءِ حق بڻجي ويندي. حق کان سوا ٻي ڪا به شيءِ نظر نه ايندي. ٻيو ته

ڇڏيو پر آدم ع، جبرائيل ع، ابليس ۽ حوا ۽ انهيءَ ذات جا مختلف روپ نظر ايندا.

جيڪي آهي سو فقط الله آه،
هر جڳهه تي پاڻ بيپرواهه آه.

هن مثنوي ۾ لطيفا بيان ڪري، توحيد جي تبليغ ڪئي وئي آهي. جنهن موجب وحدت ۽ ڪثرت جي ٻيائي کي ٻوڙي، حقيقي وحدانيت ثابت ڪئي وئي آهي، ۽ ڏيکاريو ويو آهي ته ذات ۽ صفات ۾ ڪو فرق ڪونهي. خالق ۽ مخلوق جو ٻه هڪڙوئي وجود آهي. دنيا ۽ ان ۾ جو ڪجهه آهي، سو فقط الاهي ذات جو عڪس آهي. مثال طور انسان سان ان جو پاڇو هلي ٿو، ته اهو سندس تابع آهي. ان پاڇي کي ٻيو ڪو به وجود ڪونهي.

هن مثنوي ۾ 'قدري' ۽ 'جبري' فرقي جو ذڪر پڻ ڪيو ويو آهي ۽ ڏيکاريو ويو آهي، ته قدري پنهنجي مختياري واري عقيدي ۾ خوار ۽ خراب آهي، ته جبري کي وري پاڻ تي ڪو به اختيار ڪونهي، ان هوندي به 'جبري' کي 'قدري' تي ترجيح ڏني وئي آهي، ڇو جو 'قدري' پنهنجي پاڻ ڀروسو ٿو رکي، ۽ 'جبري' پاڻ کان بيزار ٿي خدا ۾ اعتقاد ٿو رکي، ان لاءِ پاڻيءَ تي ڪک جي ترڻ جو مثال ڏنو ويو آهي، ۽ سمجهايو ويو آهي ته ڪک کي ترڻ جي ڪا به طاقت ڪانهي. هو پاڻيءَ جي زور تي ئي تري رهيو آهي. ان کان پوءِ ٻڌايو ويو آهي ته اڳي پوءِ قدري ۽ جبري ٻنهي فرقن کي هڪڙي ڳالهه جاڻڻ گهرجي ۽ سمجهڻ کپي ته:

تنهنجي هستي ناهي سڀ ڪجهه يار آهه،
تون نه آهين جا بجا دلدار آهه.

**-عطا محمد حامي**

۱- آگسٽ ۱۹۸۱ع

خيرپور ميرس

# مثنوين جو وچور

ساقي نامو
تار نامو
راز نامو
گداز نامو
عشق نامو
درد نامو
رهبر نامو

# ساقي نامو

ساقيا، ڏي پري کو جامِ شراب
ميٺجي جيئن وڃن گناه ثواب
اهڙي مئي ڏي هن زماني ۾
دل ٻري ۽ هجي اکين ۾ آب.

معرفت جو شراب ڏي ساقي،
منهنجي "مان مان" وڃي رهان باقي.
ان طرح پاڻ کان ڏي آزادي،
جو فنا مان ملي بقا باقي.

ساقيا، ڏي شراب وحدت مان،
جي ڏسان ڪنهن ڏي مان ته عبرت سان،
سير مون کي ڪرائي ڪثرت جو،
بيخودي بخش بحرِ حيرت کان.

ساقيا، هي شراب ڪين ڪپي
تنهنجي وحدت جي مئي ملي مون کي،
ذوق ۽ شوق جو پيالو پر،
پنهنجي درگاه جي ڪتي کي ڏي.

ساقيا، ٽوڙ قيدِ هستيءَ کي،
آڻ شب و روز مون ڏي مستيءَ کي.

بيخبر ڪر ڀنهي جهانن کان،
ڪڍ بلندي کي توڙي پستي کي.

زندگي ٿي خراب، اي ساقي،
ٿيو نہ حاصل شراب، اي ساقي،
عشق جي مئي بغير جا گذري،
هئي حياتي عذاب اي ساقي.

بيخودي جو شراب ڏي ساقي،
خود نمائي کي ڪر پري ساقي،
نيڪ يا بد ٻڌاءِ جيئن چاهين،
پنهنجي در جي غلام کي ساقي.

جام مئي جو پيار اي جاني،
دور ڪر دل جي هي پريشاني،
عمر گذري ڀڄو ٿيس ساقي،
رات ڏينهن آهي بس پشيماني.

ڏي نہ ساقي شراب انگوري،
آهي ان کان اسان کي صد دوري،
لازوال آهي جام وحدت جو،
جنهن جي پيتي وڃي ٿي مهجوري.

ڏي ڪو مستي جو حال اي ساقي،
دور ٿئي قيل و قال اي ساقي،
هي وظيفا ۽ ورد ڪين ڪپن،
گهرجي تنهنجو خيال اي ساقي.

مون کي شيشي جي جام ۾ مئي ڏي،

دم ۾ ساقي هي درد چڏ لاهي،
پل "براين جي ماءُ" چئي زاهد،
سچ نظر ڪين ايندو انڌي کي.

ساقيا، کول پنهنجو مئخانو،
ڏي ڀري مون کي منهنجو پئمانو،
مست بيخود ٿيان شراب چکي
هوڏ هٺ کان وڃان ٿي بيگانو.

ساقيا، مون کي ٻڌائيي رازدار
ڪر خدا را خود نمائي کان بہ ڌار،
سڀ ڪو پل بيدين ۽ ملحد سڏي،
آهي دو عالم ۾ عاشق آشڪار،

ساقيا! اڄ عيد ڪئي آهي اسان،
پنهنجو نالو پيش ٿيو ان جي اڳيان،
حاضري ٿي جنهن جي سا دل ٿي قبول،
عارفن مون کي ٻڌايو هي بيان.

ساقيا، ڏي ان جي رمزن جو پتو،
جيڪو واٺهڙو فنا جڳ مان ٿيو،
هڪ ۾ هڪ ٻڻجي هميشه هو رهيو،
ڄاڻندڙ هڪ جي عيوض ڄاتو نہ ٻيو.

ساقيا هن عشق کان آگاهہ ڪر،
سور سان ۽ سوز سان همراهہ ڪر،
بيڪس آهيان تنهنجي آڏو حال ڏس،
درد ۽ الفت جي مون کي شاه ڪر.

ساقيا، ڪر مات منهنجو ننگ نام،
مهر مان مون ڪيٰ ڀري ڏي مئي جو جام،
ڀن جهانن ۾ رهان جيئن مست ٿي،
غرق ڪر وحدت جي وادي ۾ مدام.

ساقيا، ڏي جام مئي جو پُر ڪري،
جنهن جي خوشبو سان طبيعت تر ٿئي،
يار جي دوري جو درد آهي گهڻو،
شمع جهڙي ديد سان دلبر ملي.

اڄ هيئنر محفلِ ۾ هل ساقي سڌو،
گل جي موسم آهي ڇڏ سستي سگهو،
هڪ مٿان ٻيو جام مئي گلفام جو،
ڪيترو هن مند ۾ ڏئي ٿو مزو.

ٿي نه. ساقي محتسب کان خوفناڪ،
مئي مئل دل کي ڪندي ڇا نيڪ ناڪ،
ڏي پيالو زندگي جي آب مان،
جيئن رهان زنده هميشه زيرِ خاڪ.

جام مئي جو ساقيا پڌرو پيار،
زاهدن واري ريا کان آهي عار،
ڪوڙ يا ٻئي جي پچر کان مئي ڀلي،
پنهنجو منهن مئخاني ڏي ڪر اشڪار.

# تار نامو

مان ٻڌايان ٿو ٻيو هڪ داستان،
محو ٿين جنهن جي ٻڌڻ سان جسم جان.

يار فرمائي ٿو چئو هڪ مثنوي،
راز وارا بيت ٿورا معنوي.

پاڻ اشارو ٿو ڪري هو پاڻ کي،
ان جي ڳجهه جي ڳالهه ڪر سستي ڇڏي.

پاڻ ٿو ٻولي نٿا ٻوليون اسان،
پاڻ ٿو ڳولي نٿا ڳوليون اسان.

جيئن ويس هڪ رات جو مئخاني ڏي،
اوچتو پئي ديد هڪ ديواني تي.

هئي هٿن ۾ ڪيس هڪ سهڻي ستار،
جنهن جي نغمن ۾ هيو هو مست يار.

مست هو مدهوش هو رقصان هيو،
بيخوديءَ جي ماڳ تي بيجان هيو.

پئجي ويو گردش ۾ ميخانو سڄو،
مون کي هن "هئي هئي" ڪري ياڪر وڌو،

ويجهڙو جيئن جو ڪيائين پاڻ سان،
محو ٿيا ان وقت منهنجا جسم و جان.

جان و دل کي اهڙي مستي ٿي عطا،
دين دنيا جا سيئي ڀولا لٿا.

پنهنجي آڳر سان وڄايائين ستار،
راڳ سان مون کي ڪيائين بيقرار.

ڏوڙ منهن کي مون ملي دستار وئي،
ٿيو گريبان چاڪ ۽ سڌ سار وئي.

مون کي ان حالت ۾ آندو هن صدا،
جو گهڙي ڪن حوصلا ٿي ويا خطا.

بعد مدت جيئن جو آيس هوش ۾،
اوچتو ڀيهر ٻه آيس جوش ۾.

تار کان هي حال ورتم سربسر:
"ڪيئن سياڻن کي ڪرين ٿي بي خبر.

هيترو هي درد ڪنهن کان تو وٺيو،
يا ته ڪنهن آڳر هٽي توکي ڦٽيو.

مون کي بيخود ٿي ڪري تنهنجي صدا،
دل کي سؤ موجون ٿي بخشي برملا.

تنهنجو هر آواز مستي ٿو ڏئي،
ڪنهن کي تنهنجو ڳجهه نٿو حاصل ٿئي.

رقص ۾ آواز آئي ٿو ڪڏهن،
لامڪان تائين اماڻي ٿو ڪڏهن.

تنهنجي رڻ ماتم مچائي ٿي ڪڏهن،
ڏاهن ديوانو بنائي ٿي ڪڏهن.

ساري محفل کي چريو چٽ ٿي ڪرين،
دور دانائي کي جهٽ پٽ ٿي ڪرين.

دل ۾ درد و غم وڌائي ٿي ڇڏين،
هٿ قلم جو سر ڪٽائي ٿي ڇڏين.

ڪاش توسان ڪم پيو آخر اچي،
جابجا مون سان رکين شل دوستي.

اگ ۾ ئي جيئن تنهنجو واڄو ٿو وڄي،
غير جو هر وهم دل تان ٿو ڪڄي.

ننگ ۽ ناموس واري ٿي ڇڏين،
جام مئي مان جيئن پياري ٿي ڇڏين.

جس هجيئي تون ٿي وڌائين حال کي،
مرحبا تون ٿي مٽائين قال کي.

ڦيءَ صدا تنهنجي پريشان ٿي ڪري،
ڇا پريشان بلڪ بي جان ٿي ڪري.

ڏي ٿي دل جي ديگ کي جولان جوش،
ٿي ڪٽي صبر و قرار آرام هوش.

منهنجي دل ورد و وظائف کان پڳي،
جيئن وٽس تنهنجو ترانو ويو رسي.

ڪنهن وٽان مون لاءِ آندئي ورد ڪي،
تنهنجي رڙ تي جان و تن ٻڪاري ڇڏي.

دوستي هاٺي تي توسان ڏينهن رات،
منهنجي دل مان دور تي غيرن جي تات.

هن جڳهه تي تنهنجي آمد تي ڪٿان،
آئي آهين ڪنهن مٿاهين ملڪ تان؟

ماجرا ماضيءَ جي سڀ مون کي ٻڌاءِ،
صاف ڏس اڳ ۾ ڪٿي هئي تنهنجي جاءِ؟

ڪهڙي حالت توتي نازل ٿي وئي،
تنهنجي رڙ مون لاءِ قاتل ٿي وئي.

تون هلي آئين غمن جي ملڪ تان
يا وري عشاق جي مجلس منجهان؟

ڪنهن پريشان حال ماٺوءَ کي ڏٺئي،
يا ڪو گفتو عارفن وارو ٻڌئي؟

تن جي حالت کي ڏسي پر درد ٿئن،
درد ان جي ۾ برابر فرد ٿئن؟"

تار تنهن دم رڙ ڪري ڪئي قيل و قال:
"ٻڌ تہ مان توکي ٻڌايان پنهنجو حال.

ڪاڻ اڳ ۾ مان هبس پٽرن ۾ پال،
ڪٽ چڙهيل بي رنگ ڏاتوءَ جي مثال.

پيرسن استاد آخر اوچتو،
مون کي پٽرن مان ڪڍي ٻاهر ڪيو.

پاڻ پالڻ لئي جبل جي پاڙ مان،
مون کي هٿ آندائين منهنجي ملڪ تان.

پوءِ ڪوري ۾ وڌائين اي جوان،
غير جيڪي هو ڪڍيائين مون منجهان.

اُت رجي ۽ خشڪ تيس آڙاهه ۾،
شڪل ڪرسيءَ جهڙي ورتم ٻاهه ۾.

لوهرن جي هٿ ۾ آيس هڪ ڄڻي،
آڳ ۾ اڇليو تي جن هرهر ڪٽي.

پئي جليس ڪيئي ڏهاڙا ٻاهه ۾،
مار ڪاڏي مون گهٽي آڙاهه ۾.

ڏڪ ڏڪن تي صبر سان مون پئي سنا،
موچڙا اهڙا نه ڪنهن پئي کي لڳا.

اڳ جبل ۾ تولهه مون کي هئي گهٽي،
هٿ اچي هيٺي تيس جاٽي ڏٽي.

گوشمالين ۽ ڏکن ۾ دائما،
حال ڪان نڪتس هزارين ڦٽ ٿيا.

پوءِ پرندڙ ٻاھر مان ٻاھر ڪڍي،
اڏڻ ڳٽيا ڏک مون کي ماريائون وري.

ڪيترن ماڳن تي تيو منھنجو مڪان،
پر نہ ڪا ٻولي ٻڌي ڪنھن مون وٽان.

پوءِ ھر پاڪيزه تن ڏوٽي ڏڪي،
نيٺ ھن صورت ۾ آندائون چڪي.

ھاءِ ھن ڪان اڳ ۾ سؤ صدمان سٺم،
زخم ڪاڏم، ڏک جھليم ۽ غم ڏٺم.

بار غم جا پئي سٺا مون بار بار،
جيستائين پنھنجي ھٿ ۾ آندو يار.

مون ھزارين ڏک ڏٺا آھن جڏھن،
يار جي ھٿ ۾ پڳي آھيان تڏھن.

يار جي ھٿ ۾ رسڻ جو تيو سبب،
جيڪو مون کي تو وڄائي روز شب.

ھٿ ۾ آندائين حياتي تي عطا،
منھنجي جان آھي سندس ھٿ ۾ سدا.

در حقيقت مون ۾ ھئي سختي گھٽي،
ھن جي ھٿ، اي مھربان، نرمي ڏني.

ھو تو ڳائي ۽ وڄائي، مان ڪٽي!
ھو تو چوري ۽ چوائي، مان ڪٽي!

حال ڪان بي حال تي آهيان جڏهن،
ٻين کي بيخود تي ٻڌايان مان تڏهن.

هڪ ڏهاڙي پور پيو استاد کي،
درد پهچايان ڪو هن بي درد کي.

جڳ ۾ هرهڪ جنس جو نر ماد آ،
هيءَ اڪيلي ڇو سدا ناشاد آ.

ڪيس ساٿي ڏيان ته هم صحبت ٿين،
پاڻ ۾ گڏجي غم ۽ راحت ونڊن.

حال محرم پاڻ ۾ هردم هجن،
يڪ تن و يڪ جان ۽ همدم هجن.

مون به ويچاريو ته راحت ناهه ڪا،
ويو پڪڙجي درد مون ڪان جا بجا.

هاءِ جن ڪان رنج و غم مون کي رسيو،
عيش ۽ آرام جن مون ڪان کسيو.

هڪ سکل وڻ مان انهن ڪاٺي ڪپي،
جنهن کي چلجڻ ۾ گهٽي زحمت رسي.

اڳ ۾ سا چيري ڪيائون چاڪ چاڪ،
پوءِ وري ويهي ڳنديائون ڦاڪ ڦاڪ.

پيٽ ڦاڙيائونس تي سالم صفا،
غير ڪان تي وئي سندس رڳ رڳ رها.

سل ڪدي ميخون هنيائون ان ۾ ڪوڙ،
قرب سان قابو ڪيائون جوڙ جوڙ.

ان جي رڳ رڳ جي مٿان ميخون هڻي،
رنج و غم وارو قدم وينا ڪٽي.

هڪ ٻه چا ان ڪي مليون سؤ زندگيون،
حال ڄاڻن ٿيون دليون عشاق جون.

ان جي خالي پيٽ اندر پيو شراب،
ويجهڙي ٿي يار وٽ ڪائي عذاب.

ان ۾ اوتي عشق واري مئي گهڻي،
منهنجي خاطر جاءِ جوڙيائون ڪٽي.

منهنجي غم سان هن جو غم همراز هو،
ٻن دلين جي درد جو آغاز ٿيو.

هاءِ هن ڪان اڳ ۾ ڪاڏم غم هزار،
مون تي هر ڪنهن ڪئي تي هئي بار بار.

پوءِ هڪ غمناڪ سان گڏجي رهيس،
درد جي درياهه ۾ داخل ٿيس.

هم وطن ٻئجي ٿياسون هم ڪنار،
پاڻ ۾ گڏجي رهياسون رازدار.

منهنجي هن جي دوستي ٿي وئي گهڻي،
مان ٿيس مجنون ته هوءَ ليليٰ ٻڻي.

مان ۽ هو گڏجي رهيون سين آس پاس،
پئي نہ ميلي ۽ وڇوڙي جي شناس.

منهنجو توڙي هن جو نالو گم ٿيو،
مان ڪٿي ۽ هو ڪٿي هرڪو ويو.

ٻئي گڏيون سين پاڻ ۾ آرام ويو،
ڪاٺ ۽ فولاد وارو نام ويو.

هرڪو طنبوري جو نالو ٿو وٺي،
ٻن منجهان هڪ، هڪ منجهان ٿو هل ٿئي،

اڳ هو ٻاتو پوءِ ٻوليندڙ ٿيو،
هر ڪو عاشق ٿيو سندس آواز جو.

گڏ رهياسون غمزده ٻئي غمگسار،
پاڻ ۾ هڪ ٿي وياسون آشڪار.

هو ڪٿي هئي ۽ ڪٿي منهنجو مڪان،
مان جبل جي پاڙ مان هوءَ جهنگ مان.

مان ۽ هوءَ آيونسين ڪهڙيءَ جاءِ تان،
هت پتو ناهي پڳيون آهيون ڪٿان.

پاڻ ۾ الفت رکيسون دم بدم،
نينهن جي ناتي ڪيو پنهنجو هي ڪم.

ٻن منجهان هڪ تن ٿيو ويراڳ ۾،
وحدہ واحد ٿو ٻولي راڳ ۾.

ڇا خبر آواز هي آيو ڪٿان،
مون وٽان آهي يا ان ڪاٺي وٽان؟

پيو پتو آخر ته ان ۾ راز آه،
منهنجو يا ڪاٺيءَ جو هي آواز ناه.

منهنجو ناهي يار جو آواز آه،
هو وڄائي ٿو هي سڪٽو ساز آه.

يار جي هٿ ۾ اچان ٿي بار بار،
سؤ صدائون ٿي ڪيان اي آشڪار.

تار طنبوري جي بخشيو هي فراق،
دل ۾ يارن لئي وڌي ويو اشتياق.

سچ ته مون سان تار اهڙي ڪار ڪئي،
ڪفر ۽ اسلام ۾ سڌ سار وئي.

تار جو اهڙو اثر ٿيو مون مٿان،
جيڪو ٻڌندو دل وڃائيندو هٿان.

جان و تن ٻاري ڪيائين دل ڪباب،
تار آندو شوق وارو اک ۾ آب.

تار ڪان دل ۾ سوين موجون چڙهيون،
سر تي سورن جون سوين فوجون چڙهيون.

تار سان دل ميڻ وانگر نرم ٿي،
جان و تن ويا سوز ۾ سرگرم ٿي.

تار دل کي ميڻ جيئن ماري ڇڏيو،
جسم توڙي جان کي ٻاري ڇڏيو.

تار چانديءَ مثل دل کئي پاڪ صاف،
روز شب پئي تي ڪري پنهنجو طواف.

تار سان غم جون سوين موجون چڙهيون،
دل تي غمزن جون سوين فوجون چڙهيون.

ديڳ دل واري تپائي تار وئي،
عقل و دانش کي گهٽائي تار وئي.

تار منهنجي تن جي قاتل ٿي پئي،
ان جي دانهن تي چري دل ٿي پئي.

تار آندو مون تي بي حاليءَ جو حال،
بعضي ليليٰ بعضي مجنون جي مثال.

ڪل نٿي پئي ڪنهن جو هي آواز آ،
ڪجهه ته سوچ ۽ سمجهه، ڪهڙو راز آ.

مست و بيخود ٿي بنائي هيءَ صدا،
هوڏ هستي ٿي هٽائي هيءَ صدا.

هيءَ صدا ڪيئن ٿي ڪري بي اختيار،
ٻن اکين مان تا وهن ڳوڙهن جا نار.

هن صدا ۾ سوز سازو سور آ،
سربسر منصور جو مذڪور آ.

عارفن لئي هيءَ صدا بهتر ٻٽي،
جيڪي سوريءَ تي وڃن ٿا سر ڪٽي.

هيءَ صدا سوري چڙهائي ٿي چڏي،
دم اناالحق جو هٽائي ٿي ڇڏي.

هيءَ صدا ڳالهيون ڪري ٿي عشق جون،
عاشقن تي جي اچن ٿيون آفتون.

تار جي رڙ جوش ۽ جولان ڏنو،
ٻن اکين ۾ موجزن طوفان ڏنو.

تار جي رڙ درد لائي ٿي ڇڏي،
دربدر ناچو ٻڻائي ٿي ڇڏي.

تار جي هي رڙ رسائي ٿي اتي،
جسم سان گڏ جان ٿئي ٿي گم جتي.

تار جي رڙ کان مليا غم بيشمار،
رنج ڪائي گنج ورتم باربار.

تار جي رڙ کان ملن ٿا غم هزار،
رمز چاٽيندڙ ئي ٿيندو رازدار.

تار جي رڙ سان هليو آرام ويو،
ڪفر ويو ۽ دين ويو، اسلام ويو.

تار جي رڙ آهه دردن جي دوا،
ڪنهن يگاني کي ئي پوندي ڪل اها.

تار جي رڙ سان تو اوريان پنهنجو حال،
زهر غم جو تو پيان شربت مثال.

تار جي رڙ کان عطا تي بيخودي،
هي خودي گم تي تہ آئي هو خودي.

جو خودي کان مرد زنده تو رهي،
توڙي بندو آهہ شاهي تو ڪري.

تار چئي تي مون تہ ڪجهہ ناهي ڏنو،
ڪو پتو ناهي انهي آواز جو.

هي وڄائيندڙ جي هٿ جي آهہ ڪار،
يار کي پيغام ڏئي تو پاڻ يار.

جيئن وڄائيندڙ چوي تو مون کي چئو،
تيئن چوان تي من چڱو توڙي منو.

ڪير آهي جيڪو دانهون تو ڪري،
هجر ۽ غم کان جو آهون تو ڪري.

ڪو پتو ناهي اچي تي رڙ ڪٿان،
مون کي حيرت تي اچي مان ڇا چوان.

هن سبب مون کي تعجب ۾ وڌو،
منهنجو ڪو آهي وڄائيندڙ ٻيو.

مان هجان جيڪر تہ ٻئي کي پڙ ڏسان،
جيڪو ڳائي تو اهو آهي نہ مان.

جيئن متي تي هٿ رکي ٿو منهنجو يار،
سؤ صدائون ٿي وجن ٿيون آشڪار.

جيستائين يار جو هٿ هو پري،
رڙ نٿي نڪتي رهيس ٿي چپ ڪري.

ڪي ڏهاڙا توڙي ڪوري ۾ رهيس،
پڙڪ پولڻ کان سواءِ ان ۾ جليس.

حرف مون کان ڪين نڪتو هاءِ هاءِ،
دم ڪٽڻ جي ڪين هئي مون لاءِ جاءِ.

وصل ۾ افسوس ايڏو اشتياق،
حيرت آهي ڪيئن ٿي آئي ٿو فراق.

وصل سانِ ٿئي ٿو وڇوڙو ڪيئن ڪٿو،
حيرت آهي درد هي کهڙو ٿيو.

هجر ۾ آواز هرگز ڪين هو،
ڪو ادب ۽ ناز هرگز ڪين هو.

پوءِ ڇا لئي وصل ۾ چيخ و پڪار،
درد جون دانهون ٿين ٿيون بيشمار.

مئي جي منشا ۾ لڪل آهي نشو،
ان جو آواز آهي ناهي ساز جو.

پير پنهنجي کان پڇيم آخر خبر،
جيڪو کولي ٿو پڌائي دل جو در:

”وصل ۾ ڇا لئي وڇوڙي جي پُڪار،
جا ٻڌائي ٿي ڇڏي ٻي اختيار.

”وصل ٻڌجي ويو وڇوڙو ڇا سبب،
ڇو وڇوڙو ٿيو وصال آهي عجب؟“

پاڻ فرمايائين، ”ظاهر ڇا ڳجهو،
تون نہ آهين آهي هو ڄاڻين نٿو.

غور ڪر خاموش ٿي مون ڏي نهار،
دل جي ڪن سان ڳالهہ ٻڌ اي آشڪار.

تار مان آواز ڪافي ٿو اچي،
پر نٿو سيکو سڃاڻي راز ڪي.

جسم طنبورو تہ تار آهي زبان،
ٿي ڪري اسرار مولا جا عيان.

قلب طنبورو ٿيو ۽ تار جان،
آهي ڪاريگر جي آڱر جو بيان“

تار جي ساري حقيقت ٿي تمام،
ماٺ ۾ آئي زبان بس والسلام.

# راز نامو

مون هينئر پنهنجا غزل پورا ڪيا،
دل ۾ ليڪن راز ڪجهه رهجي ويا.
تنهن ڪري هڪ مثنوي ٻيهر لکان،
جنهن کي پوئين وقت ۾ ظاهر ڪيان.
حڪم اُن جي سان لکان تازو ڪتاب،
راز رمزن سان ڀريل خاصو ڪتاب.
عزم ناهي منهنجو آهي يار جو،
تنهن ڪري معنيٰ جو دروازو کليو.
هي ڪتاب آخر زماني ۾ لکيم،
پنهنجي مخفي راز کي ظاهر ڪيم.
حال وارو کو ڏسي منهنجو ڪتاب،
جو پئي توحيد جو خاصو شراب.
هن رسالي جي خبر ڇا خام کي،
علم عارف کان سوا ڇا عام کي.
حڪم ٿيو مان رازنامي کي لکان،
پنهنجي پوئين وقت ۾ ڪجهه ڪم ڪيان.
جو پڙهي سو هٽ ڪٽي اسلام تان،
دور ٿئي هر مذهب ۽ ايمان کان.
راز رحماني هتي ظاهِر ڪري،
هي "سچو" خود کي "خدائي" ٿو سڏي.
حال واري کان سواءِ منهنجو ڪتاب،
جو بہ پڙهندو سو وڄائيندو رباب

هن رسالي کي سڃڻ ڄاڻي خدا،
ڪير پڙهندو حال واري کان سواءِ.
هر ڪو اهڙو راز مخفي تو رکي،
شابس آهي ان کي جو ظاهر ڪري.
عشق سان تمثار آهي هي ڪتاب،
ڏس منجهس معنيٰ جا موتي بي حساب.
جيڪو واقف ٿيندو منهنجي حال کان،
حال کان بيحال ٿيندو بي گمان.
غير واقف ٿي نہ پڙهہ منهنجو ڪتاب،
پر پڙهڻ سان راز حاصل ڪر شتاب.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ ڇا آهيان، عجب ۾ تو رهان.

راز رمزن سان ڀريان تو هي ڪتاب،
ڪيئن ڪيان تو دل جي شيشي مان شراب.
ڪيئن نہ قدرت سان خدا آهي ڪريم،
حي ۽ قيّوم، رحمان ۽ رحيم.
پاڻ مولا آهي قادر ڪارساز،
شاهہ مالڪ ملڪ جو ۽ بي نياز.
تون زبان سان اڳ ۾ بسم الله ڪر،
پوءِ محمد شاهہ جي ساراهہ ڪر.
جيئن خدا مان ٿيو عيان نام- رسول،
تيئن رسالت ۾ اچي سو پيو قبول.
ويس بدلائي سڪندر ٿيو سفير،
پاڻ نوشابہ اڳيان آيو امير.
خود چيائين، ”موڪليو مون کي امير،
مان سڪندر شاهہ جو آهيان سفير“.

نيٺ نوشابہ سجاتو شاھہ ڪي،
با ادب بيھي رھي ان جاءِ تي
خود چيائين، ”تنھنجي ٻانھي مان ٿيان،
روز و شب تو شاھہ جي خدمت ڪيان
ڇو تون پردي ۾ ڇپائين پاڻ کي،
ڇو تون رنجن ۾ رھائين پاڻ کي.“
در حقيقت پاڪ مرسلِ ۽ خدا،
جيڪڏھن ڄاڻين تہ ٻئي آھن ڪنا.
ناھي احمدِ ۽ احد ۾ ڪوئي فرق،
ميم آھي عشق جي مستي ۾ غرق.
جيڪي پيدا ٿيا زمين و آسمان،
يا منجھن سج چنڊ آھن نور سان.
آھي سيني ۾ سدا حق جو حضور،
ظاھر و باطن انھيءَ جو آھي نور.
آھي موجودات ۾ مولا جي ذات،
جو ڏسين ٿو آھي سا ان جي صفات.
ھر وڳي ۾ ھو رھي موجود ٿو،
پڻ ڪڏھن ٻھري، ڪڏھن ويڙھي ڪٿو.
مختلف رنگن جو ھڪ خيمو ھٽي،
شاھہ وينو آھي ماري چانوٽي.
اندران سئو حڪم جاري ٿو ڪري،
پاڻ ٿو نعرو اناالحق جو ھٽي.
آھي بيرنگي ھميشھہ رنگ ۾،
پاڻ آھي صلح ۾ ڇا جنگ ۾.
ھو ڪڏھن فرعون يا موسيٰ ٿيو،
ھو ڪڏھن مريم، ڪڏھن عيسيٰ ٿيو.
پاڻ ئي دنيا تي شاھي ٿو ڪري،
پاڻ ئي خود کي سپاھي ٿو ڪري.

خود سميع آهي سدائين خود بصير،
خود عليم آهي ڪليم آهي قدير.
درد سان پوندي سموري هي خبر،
درد ڌاران بي خبر آهي بشر.
عشق وٽ ڇڏ پاڻ پيريءَ جي پچر،
درد ريءَ آهي اجايو شور و شر.
عشق ۾ اچ دين ۽ اسلام ڇڏ،
عشق ۾ اچ پنهنجو ننگ ۽ نام ڇڏ.
عشق ۾ اچ سڀ وساري ڇڏ سبق،
تو مٿان روشن ٿي ويندا نو طبق.
عشق ۾ اچ ڇڏ مسائل جي پچر،
ڇو ٿو ويڳاڻو وتين پيچ بي خبر.
عشق ۾ اچ ڇڏ حڪايت جو حصو،
ڪر نہ دارا ۽ سڪندر جو قصو.
پاڻ کي ڇڏ ڪر اميري عشق جي،
آهي شاهي ڇا وزيري عشق جي.
عشق آهي ذات حق جي سربسر،
درد ڌاران ڪين پوندي هي خبر.
عشق وٽ ۽ ترڪ ڪر تدبير کي،
جان و دل سان ڏس انهيءَ تاثير کي.
عشق وٽ ڇڏ پاڻ پيريءَ جي پچر،
رند ۽ سرمست ٿي رهہ بي خطر.
عشق ۾ اچ ڇڏ گناهہ ۽ ڇڏ ثواب،
تنهنجي دل ڪاري ڪندا تنهنجا حجاب.
عشق جو شهباز جنهن کي ٿو وٺي،
نيڪ و بد ڪان ان کي واري ٿو ڇڏي.
دور آهي عشق جي منزل ڪٺن،
ڪيترائي بحر وچ تي ٿا وهن.

عشق جي منزل پسائي لامڪان،
عشق واري ڪان پري سود و زيان.
عشق جي سنئين راهہ ۾ طالب ٿي شاد،
آهي ٻي هر راهہ ۾ مڪر و فساد.
دوجهان ۾ عشق شاهي ٿو ڪري،
لامڪان تائين رسائي ٿو چڏي.
درد آڏو عقل جي ڪهڙي مجال،
درد وارو مرد آهي باڪمال.
مرد ٻڌجي درد سان ٿي همڪنار،
عشق وارو ٿي وظيفن کي وسار.
عشق وٺ اي يار اهلِ درد ٿي،
جي پڇين مون کان تہ ڪامل مرد ٿي.
عشق وٺ ۽ پنهنجي هستي کي وسار،
يار جي رستي ۾ جان ۽ تن کي ٻار.
عشق وارو بحر آهي بي ڪنار،
دل کي لهرين ۾ ٿو لوڙهي باربار.
عشق جو هي بحر آهي موجزن،
ان جي موجن جو شمار آهي ڪٿن.
عشق آهي حق جو رستو بي گمان،
"لي مع الله" آهي مرسل جو بيان.
عشق "سبحاني" جي خاصي قيل و قال،
عشق ۾ چوغو جنيدي حق جو حال.
عشق ظاهر ڪئي "انا احمد" جي حد،
"ميم" جو پردو هٽائي ٿيو احد.
"لوڪشف" جي گفتگو ڪئي مرتضيٰ،
عشق جون رمزون ٿيون ان کان عطا.
اوّل ۽ آخر اهو موجود آهہ،
باطن ۽ ظاهر اهو موجود آهہ.

هيءَ حقيقت عشق جي آهي ڪري،
سر ڏئي حاصل ڪري وٺ سروري.
ڪر مصلّي کي ۽ چوغي کي تباھ،
پهلوان ٿي ڪوٽ هستي جي ڪي ڊاھ.
خود پرستي ۾ برابر بند ٿئين،
ڪفر جو پاتئي جٽيو خورسند ٿئين.
خاص مردن جو يقين آهي اھو،
ڪفر توڙي دين کي ڪن ٿا قتو.
سڀ ڪي ناهي عشق جي رستي جي ڄاڻ،
جيڪو عاشق آهي سو ڄاڻي ٿو پاڻ.
عشق جو مهراڻ آهي موجزن،
جنهن ۾ ڪارونيار ڪن ڪڙڪا ٿا ڪن.
جي وڃي مسجد پچين يا خانقاھ،
عشق ريءَ حاصل نہ ٿيندي حق جي راھ.
درد دل سان پڙھ ڪلام ۽ ڪر نہ لڄ،
جيڪڏهن بيدرد آهين تون تہ ڀڄ.
جيڪڏهن ڪجھ درد آهي تو ۾ يار،
ڪن ملائڪ تو مٿان موتي نثار.
پاڻ سان جي درد کي شامل ڪرين،
من گهرئي محبوب سان محفل ڪرين.
عشق جي دوجڳ ۾ آهي سروري،
عشق سان حاصل ٿئي ٿي برتري.
عشق هرڪنهن کان رهي ٿو بي نياز،
مان ڏسيان ٿو توکي پنهنجي دل جو راز.
انت ناهي عشق جو ڪنهن کي ادا،
ان کي ناهي ابتدا ۽ انتها.
عشق جي نااهل کي ڪهڙي خبر،
ان کي عارف ٿا سڃاڻن سربسر.

بي دليا چا عشق جي غم سان رهن،
عشق وارا سر مٿس قربان ڪن.
هڻ ڪٽي وحدت جي دريا ۾ ٽبي،
"مان ۽ تون" کان جلد وٺ آزادگي.
جي اجايو "مان ۽ تون" ۾ ٿڙڪندين،
عشق جي رمزن کي حاصل چا ڪندين.
سئو ڪتابن جا پنا چو تو پڙهين،
علم منطق ۾ اجايو تو ڪڙهين.
چو رهين تو مست مڪتوبات ۾،
پاڻ کي چو تو وجهين آفات ۾.
عشق جي ڪانهي ڪتابن ۾ هوا،
آهي ان جي عشق جو رستو جدا.
هر ڪتابي بحث کي تون باهه ڏي،
عشق پهچائيندو تو وٽ يار کي.
پيٽ وارو علم شيطاني ٿيو،
علم منطق جو پريشاني ٿيو.
ظاهري علم آهي سارو قيل و قال،
جنهن ۾ حاصل ڪين ٿيندو حق جو حال.
ظاهري علم آهي يوناني سڄڻ،
چو پڙهين تو جنهن ۾ ناهي ڪو لڄڻ.
عاشقيءَ جو علم پڙهه ڪر عاشقي،
ٻيو سمورو علم آهي فاسقي.
عاشقي جو علم پڇ تون سربسر،
پر نه پڇ مون کان ڪو منطق جو اکر.
جيئن هتان آيس هلي هن جاءِ تي،
جيڪي آندم سو وڃايان تو ڪٽي.
پاڻ مولا عشق جو تحفو ڏنو،
عاشقي جو علم سيني ۾ وڌو.

علم ظاهر جي ذري ظاهر نہ ٿي،
هجر واري باھ ساڙيندي رهي.
عاشقي جو علم آندو هت سچو،
جو بچيو باقي سو شيطاني ٿيو.
علم ظاهر آهي بي حاصل سچو،
عاشق آهين تون تہ ڪر ڪجهہ حوصلو.
پاڻ چئين تو عالم آهيان بي مثال،
علم ظاهر سان نہ هٿ ايندءِ ڪمال.
علم جون ڊاڙون هڻين تو بي حساب،
قاف تائين ناهي چڻ تنهنجو جواب.
هي سمورو علم يوناني ٿيو،
سربسر هي علم شيطاني ٿيو.
علم يوناني سچو مڪر ۽ فساد،
عاشقي جي علم ۾ ڪر اجتهاد.
علم اهڙي ڪان اسان پاسو ڪيو،
گرچہ سارو بوعلي سينا لکيو.
عاشقيءَ جو علم آندو مصطفيٰ،
پر ڪيو ظاهر زبانِ مرتضيٰ.
مڪتب آهي علم يوناني جي جاءِ،
ڇڏ انهيءَ کي وسوسا پنهنجا وڃاءِ.
علم ظاهر ۾ رڳو جهيڙو جهٽو،
علم عشاقيءَ ۾ ناهي ڪو ڦڏو.
فلسفو جادو طبابت يا رمل،
آهي هرڪو علم شيطاني عمل.
عشق تيزيءَ سان اچي تو اوچتو،
علم ان ڪان تو پڇي، ترسي نٿو.
عاشقي جو علم ڄاتو صادقن،
پيو سڃاتو عاشقن ۽ طالبن.

عشق ان جي ڪانسواءِ سڀ ڪجهه خراب،
فهم رک والله اعلم باالصواب!.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ ڇا آهيان، عجب ۾ ٿو رهان.

ناهي فردوسي، نظاميءَ جو جواب،
دُر يگانو آهي منهنجو هي ڪتاب.
هن ۾ ناهن بادشاهن جا قصا،
معرفت وارا ٿا سمجهن ماجرا.
ڪين آهي هي مسائل جو ڪتاب،
منهنجي مرشد جي اڳيان ٿيو مستجاب.
درد دل جي سان لکيم هيءَ ماجرا،
خود قلم کي حڪم فرمايو خدا.
رازنامو آهي منهنجو هي ڪتاب،
جو به پڙهندو سوئي ٿيندو ڪامياب.
عشق جي غم جو منجهس آهي بيان،
جو زبان مان ناهي آهي دل منجهان.
تون خيال آهين وٺي ڇڏ هي خيال،
جيئن پئين توحيد جي مئي بي مثال.
عاشقن هن راهه ۾ ماريو مثو،
ڪين سوچيائون ڪتابي مسئلو.
پاڻ کي پنهنجي نظر ۾ گم ڪري،
شاهه شاهن جو ڪري ڇڏ پاڻ کي.
مرد بڻجي اچ انهيءَ ميدان ۾،
”مان ۽ تون“ کي ڇڏ انهيءَ چوڳان ۾.
تڙ تڪڙ ۾ پاڻ کان بيزار ٿي،
عشق جي رمزن جو واقفڪار ٿي.

پاڻ ۾ هوندين ته حق هوندئي جدا،
پاڻ کان ويندين ته گڏ تيندئي خدا.
دور دوئي کي ڪري دلدار ٿيءُ،
هڪ رهي اي يار تون سردار ٿيءُ.
ڪنهن کي ڳوليندو وتين تو سچ پڌاءِ،
دربدر ڊوڙين ڊڪين تو ڪنهن جي لاءِ.
تو بگاڙي پنهنجي حالت پاڻ آهه،
توکي دوئي جي سچي چڪتاڻ آهه.
جيڪڏهن پنهنجي حقيقت چاڻندين،
غير کان هر حال ۾ پاسو ڪندين.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ چا آهيان، عجب ۾ تو رهان.

اي سڄڻ، تون عشق واري شمع ٻار،
ڪر ڪري وٺ اڄ، سياڻي کي وسار.
مڃ اها منهنجي نصيحت اي ادا،
پاڻ کان ٻاهر هجڻ جي گهر دعا.
وٺ سڌو رستو پري رهه پاڻ کان،
ورنه گمراهي ۾ ايندين بي گمان.
گم نه ڪر رستو اهو توحيد جو،
هڪ رهي حق ساڻ هل، ڪر غم نه ڪو.
هَلُ هليو طالب متان ويهي رهين،
جيستائين راز سڀ حاصل ڪرين.
تون حباب آهين، حباب آهين، حباب،
پاڻ ماري بحر ٻڏجي وڃ شتاب،
بحر جو نالو پيو پاڻيءَ مٿان،
ان منجهان نهرن جا نالا ٿيا نوان.

موج ڪاڏي بحر سئو لهرون ٿيون،
سي وري ساڳيون منجهس گم ٿي ويون.
اول ۽ آخر اهو موجود آهه،
باطن ۽ ظاهر اهو موجود آهه.
پاڻ کي توحيد جي رستي ۾ ڳار،
پنهنجي هستي ٽوڙ "مان مان" کي وسار.
تنهنجي "مان مان" آهي ابليسي عمل،
ناهي ابليسي عمل جو نيڪ ڦل.
ڄاڻ دوئيءَ کي وڏي ڪافر جو ڪم،
هن طريقي سان هنيو شيطان دم.
ڄاڻ هردم پاڻ کي حق سان ڪٺو،
حق جو توسان، تنهنجو حق سان واسطو.
غير حق ناحق ٿو سمجهين پاڻ کي،
باهه ۾ وجهه هر ڪتابي ڄاڻ کي.
هن جو توتي تنهنجو هن تي ٿيو مدار،
وات وٺ "مان مان" جي وائي کي وسار.
آهي "مان مان" جو اهو پردو وڏو،
سچ پڇين مون کان ته سڀ آهي ڦڏو.
جسم توڙي جان و دل سڀ يار آهه،
وچ ۾ ناهي غير سڀ دلدار آهه.
هي سڄو ڪتراڳ ڇڏ موران متي،
پاڻ کان ڪر هي پريشاني پري.
هن پريشانيءَ کي ٿاري ڇڏ صفا،
پنهنجي هستيءَ کي وساري ڇڏ صفا.
هي نشاني آهي شيطاني قدم،
بيخودي ۾ آهي رحماني قدم.
راهه رحماني ۾ آهي بيخودي،
بيخودي ۾ تون به سڀ ڪجهه پاڻ ٿي.

پاڻ حق تي مار "سبحاني" جو دم،
آهي سبحاني ۾ سلطانيءَ جو دم.
هت هميشه آهي حيرت ۾ رهڻ،
هڪ هجڻ، دوئي ڇڏڻ، يڪتا ٿيڻ.
چاڻ هردم هڪ هميشه هڪ سڃاڻ،
هن عقيدي ۾ نه ڪوئي وهم آڻ.

ڪير آهيان ڪير آهيان ڪير مان،
پاڻ چا آهيان عجب ۾ ٿو رهان.

مصطفيٰ جي راهه وٺ دل صاف ڪر،
غير کان بيزار ٿي اچ بي خطر.
مصطفيٰ کان ٿي هدايت جي سخا،
مرتضيٰ کان ٿي عنايت جي عطا.
مصطفيٰ ٿيو انبيا جو پيشوا،
مرتضيٰ ٿيو اوليا جو رهنما.
مج يگانن ۾ يگانو مصطفيٰ،
ان جي رمزن جو خزانو مرتضيٰ.
سمجهندو رهه هڪ علي توڙي نبي،
ڪڙ نه احمد ۽ احد ۾ ڪا وٿي.
هيڪڙائيءَ سان رهيا اصحاب خاص،
دور دوئيءَ کان رهيا احباب خاص.
هڪ نه سمجهڻ آهي بس بيگانگي،
هڪ هجڻ سان ٿي رهي مردانگي.
هڪ جٽي جا روپ آهن ڪيترا،
هڪ گهڙي بدلائي ٿو ڪيڏا وڳا.
هي سخن منهنجو نه هرگز تون وسار،
مرد بڻجي حوصلو مردن جو ڌار،

مرد تي ڏيکار مرسيءَ جو مثال،
عشق جي رستي ۾ حاصل ڪر ڪمال.
عشق جي اسرار کان رھه باخبر،
عشق سان حاصل ڪندين حق جي نظر.
عشق در کولي ڇڏيو اسرار جو،
عشق سان ھر راز پڌرو ٿي پيو.

ڪير آھيان، ڪير آھيان، ڪير مان،
پاڻ ڇا آھيان، عجب ۾ ٿو رھان.

ڏس پڙھي تون حرف ھڪڙو جسم جو،
جنھن ۾ خاڪو آھي حق جي اسم جو.
جيڪڏھن سمجھين تہ سڀ ڪجھ اسم آھہ.
درحقيقت اسم جملہ جسم آھہ.
اسم ذاران جسم آھي ڪجھ بہ ڪين،
پاڻ حاصل ڪر اھو پورو يقين،
حرف جي معنيٰ ڪي حاصل ڪر سگھو،
عاشقن آڏو جي ماڻين مرتبو.
جو ڏسي ٿو آھي پـولينـدڙ اھو،
جو ٻڌي ٿو آھي چاڻيندڙ اھو.
حرف جي معنيٰ انھيءَ جي ذات آھہ،
پاڪ وصفن جي منجھس اثبات آھہ.
ڏس اکين آڏو سيئي اسرارِ حق،
ھر ذرو پيو ٿو ڪري اظھارِ حق.
ھر طرح سان يار چالا ٿو ڪري،
ڪيترا دلدار گفتا ٿو ڪري.
ھر زبان تي آھي ان جي گفتگو،
جابجا دلبر جي آھي جستجو.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ ڇا آهيان، عجب ۾ تو رهان.
جسم توڙي جان و دل دلدار آهه،
هر طرح سان هوش وارو يار آهه.
ماهه ماهي عشق واري بحر ۾،
ٻئي جهان لوڙهي ڇڏيا جنهن لهر ۾.
عشق واري بحر ۾ ماري ٽٻي،
وڃ هميشه لاءِ هستيءَ کان ڇٽي،
پاڻ ڦوٽو آهي پاڻي بي گمان،
جو وڃائي ٿو ڪري پاڻيءَ مٿان.
پيو ڦسي ڦوٽو تہ از خود آب ٿيو،
موج ٿيو درياهہ ٿيو گرداب ٿيو.
نام ٿيو درياهہ سيني جو يڪو،
ان ۾ آهي بي گمان مطلب اهو.
ڪيترين چيزون ڪيون پيدا ڪمند،
جابجا ڏس ڳڙ مٺائي کنڊ قند.
ڪيئن ٿيو داڻي منجهان پيدا شجر،
جنهن ڪڍيا پن ڏار ٽاريون ۽ ثمر.
ڏس ڪٽي مان وڻ سندس وحدت ڪيو،
ڪيئن سمورو ڪم اهو قدرت ڪيو.
ميڻ مان ناهن تا ماڻهو مورتون،
اٺ ڳئون گهوڙي گڏهه هاٿي سنديون.
جي ملائي ميڻ ڀيهر مهٽبي،
مورتون وينديون سموريون ميٽجي.
ناهجن ٿا سون مان زيور هزار،
مختلف جن جا نمونا بي شمار.
هن مٿيءَ مان ٿانوَ ڪيئي ٿا ٺهن،

ڪنهن کي ڪونرو ڪنهن کي لوتو ٿا چون.
ٻج ٻٽائي ڪجھ ڪٽا ٿا پوکجن،
برگ و گل سرسبز بنجي ٿا ڦٽن.
مون ٻڌايو صاف گدري جو بيان،
آهي ان هڪڙي جو سارو داستان.
ڏس ته ڪڪڙي مان تي نکري ڪيئن ڪپاه،
رنگ ڪيڏا ٿو ڪڏي سبز ۽ سياه.
ڪوٽ چوغو پوتڙو دستار ڏس،
ٽوپ چولو يا اڳٺ سلوار ڏس.
ناھ ڪپڙي جي نمونن جو شمار،
جن سڀن جو آهي ڪڪڙي تي مدار.
هي سمورا ڄاڻ وحدت جا مثال،
وحدت ۽ ڪثرت جو هڪڙو آهي حال.
اصل ۾ وحدت منجهان ڪثرت ٿئي،
سربسر ڪثرت وري وحدت ٿئي.
پاڻ تي پنهنجي نظر تون پاڻ ڪر،
ڪين ڪجھ الله ريءَ ايندئي نظر.
مون ٻڌايو آهي وحدت جو بيان،
آهي وحدت ۾ ئي ڪثرت جو بيان.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ ڇا آهيان، عجب ۾ ٿو رهان.

هيئن ڇيو ڪافور هيڪر فخر سان،
مان هوا کي ٿو وجي قابو ڪيان.
جيئن اٿيو تيئن پاڻ ٻڌجي ويو هوا،
پنهنجي هستيءَ کان هميشه ٿيو جدا.
ڏاڙ هنئي پاڇي ته سڄ جي روشني،

سيگهہ ۾ آئي ڪيان تو هت ڪني.
پاڻ ليڪن روشنيءَ ۾ ٿيو فنا،
پنهنجي هستيءَ کان هميشه ٿيو جدا.
مرد هڪڙي ڪي مليو ماڻهو عجيب،
جنهن چيس، ”اي يار اچ منهنجي قريب.
ڏي ڏيو پاري ته ٻڄان ڪامياب،
جيئن ڏسان پنهنجي اکين سان آفتاب“.
هن چيس، ”درويش ديوانو نه ٿيءُ،
بي خبر بي هوش بيگانو نه ٿيءُ.
ڪير آهي جو ڏئي سان سج ڏسي،
سج فقط سج سان ئي ڏسجي تو سگهجي.
ڪنهن ڪي هستي سان نه حق حاصل ٿيو،
جنهن ڇڏي هستي اهو حاصل ٿيو.
پاڻ کان ويندين ته ٻٽبين پاڻ حق،
تنهنڪري هر حال ۾ تون ماڻ حق.
ياد ڪر مون کان ٻڌي نڪتو اهو،
رهہ خدا جي راهہ ۾ صوفي سچو.
درد هٿ ڪر درد آهي دلپزير،
ورنہ رسوائيءَ ۾ رهندين اي فقير“.
خود پرستن کي ملي ڪيئن دگ سڌو،
ڪڌ ۾ گهليائون ڌڌو شيطان جو.
غار ۾ ديرو دمائيندا رهيا،
خلق سان حيلا هلائيندا رهيا.
جو ڪري تو خود پرستيءَ جي نگاهہ،
سو ٿئي تو سخت رسوا ۽ تباهہ.
خود پرستيءَ جا لطيفا دور ڪر،
ڇڏ خودي اچ بي خودي ۾ سربسر.
آهي ذڪر ۽ فڪر وارن جو ڪمال،

جي هميشه تا رکن دم جي سنڀال.
عشق وارن عارفن جي راهه ڏس،
دم سنڀالڻ سان انهن جو چاهه ڏس.
درحقيقت دم سنڀالڻ دمبدم،
طالبن ۽ صادقن جو آهي ڪم.
دم سنڀالڻ جو ڪندو رهه انتظام،
پاڻ کان گم ٿي رهين جيئن تون مدام.
دم سنڀالڻ ساڻ ظاهر عشق ٿيو،
دم زدن ۾ ڪوٽ هستيءَ جو ڀڳو.
عشق جو مهراڻ آهي موجزن،
وٺ سڌو رستو ٻڌي منهنجو سخن.
ڪنهن مهل عاشق مقام- ذڪر ۾،
ڪنهن مهل آهي مقام- فڪر ۾.
ڪنهن مهل هن وٽ مقامات- شهود،
ڪنهن مهل هن وٽ مقامات- وجود.
جي سندس عظمت تجلي ٿي ڪري،
ذڪر ان جو ڪين باقي تو بچي.
جي وري عزت تجلي ٿي ڪري،
بس شهود ان دم نٿو اڏو رهي
جي تجلي ڪبريائي ٿي ڪري،
بس گهڙيءَ ۾ فڪر فاني تو ٿئي.
جي تجلي ٿي ڪري خود پاڪ ذات،
ڪين باقي ٿي بچي هي ڪائنات.
"مان اوهان جو رب" ٿي ٻولايو خودي،
"مان سراسر حق" چوايو بي خودي.
پاڻ کي فرعون سڀ جو رب سڏيو،
پنهنجي هستي کان اهو نعرو هنيو.
دم "اناالحق" جو هنيو منصور شاهه،

بيخودي ۾ پاڻ آيو بادشاه.
هن خودي فرعون تي آندو عذاب،
نفس جي خواهش ۾ ٿيو خوار ۽ خراب.
بيخودي منصور کي برتر ڪيو،
دوجهان ۾ ان جو عشق اظهار ڪيو.
دينداري ۾ برابر شاهه هو،
قرب هو منصور تي الله جو.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ ڇا آهيان، عجب ۾ ٿو رهان.

جيڪڏهن ڪو ٻار پيدا ٿو ٿئي،
ڪيئن نہ دائي جي هٿن ۾ ٿو پلي.
دم سنيالڻ آهي دائي جي مثال،
جنهن منجهان حاصل ٿئي ٿو هر ڪمال.
فڪر وارو ٻار پلجي ٿو پوي،
نوجوان هڪ ڏينهن ٻڻجي ٿو پوي.
پالنا ۾ ٿي ڪري دائي ڪمال،
خود بلندي تي ٿي پهچائي خيال.
رهنمائي ٿي ڪري دم جي سنيال،
جو خدا ڏي ٿو وڃي چڪجي خيال.
هن طرح هي ٻار ڪامل ٿو ٿئي،
ڪيس دائي جو نٿو اونو رهي.
ٻن ۾ آخر هيڪڙائي ٿي اچي،
گم ڪري ٿي جان، دل ۽ جسم کي.
سڀ وڃن ٿا يار باقي ٿو بچي،
دم اناالحق جو دمادم ٿو لڳي.
هر طرح هر حال ۾ حق ٿو رهي،

حق هڪالي ٿو ڇڏي هر غير کي.
راز وحدت جو کلي ٿو بي گمان،
هن حقيقت جو گهڻو آهي بيان.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ ڇا آهيان، عجب ۾ ٿو رهان.

چنڊ جي چانڊاڻ آهي جابجا،
پر اهو پاڻي ۾ ڏسجي ٿو صفا.
جي پوي ٿي عڪس تي پنهنجي نظر،
هوبهو پاڻيءَ ۾ ڏسجي ٿو قمر.
آهي دل عارف جي پاڻيءَ جي مثال،
جنهن ۾ ظاهر ٿئي ٿي ذات ذوالجلال.
ڇڏ وساري علم تون دعوات جو،
ڇو ته هن ۾ ناهي ڪو رستو سڌو.
ترڪ ڪر هي علم تسخيرات جو،
پنهنجي هٺ سان توڙ لالچ جو تڳو.
ڇڏ خدارا خلق ساري جي پچر،
يار جي زلفن ۾ دل کي قيد ڪر.
يار سان رهه غير جي هر ڪار ڇڏ،
غير سان هرگز نه رهندو يار گڏ.
ڪنهن جي هستي ناهي دلبر کانسوا،
آهي دلبر جا بجا جلوه نما.
اي سچڻ موليٰ جو طالب ٿي گذار،
پنهنجي دل جا وهم سارا تون وسار.
تنهنجي چوڌاري ٿيا ماڻهو ڪٺا،
وهم شيخي جي ۾ آهين مبتلا.
اي سچڻ تون وهم شيطاني نه ڪر،

چڏ انهيءَ پيريءَ بزرگي جي پچر.
غير جي هر ڳالھ کان بيزار ٿيءُ،
هيڪڙائي ۾ رهي هوشيار ٿيءُ.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ چا آهيان عجب ۾ ٿو رهان.

اي سڄڻ وٺ جلد مسڪيني جي راھ،
ٿي وڃين جيئن دوجهان جو بادشاھ،
راھ- مسڪيني خدا جي راھ ڄاڻ،
ٿي فنا توحيد جي رستي ۾ پاڻ.
پاڻ ٿي مسڪين مڃ منهنجي صلاح،
آهي مسڪيني جي انهيءَ ۾ فلاح.
جي هلڻ چاهين خدا جي راھ سان،
من جو مطلب پاءِ مسڪيني منجهان.
راھ- مسڪيني نہ آهي راھ- عام،
ڄاڻ وارا ڄاڻندا ان جو مقام.
راھ- مسڪيني ٿي وحدت سان ڳنڍي،
شاھ شاهن جو بڻائي ٿي ڇڏي.
وٺ خدا جي راھ مسڪيني منجهان،
خود کي روشن ڪر انهيءَ خورشيد سان.
مصطفيٰ مسڪين ڪوٺيو پاڻ کي،
پڌ سچي دل سان انهي اهڃاڻ کي.
پاڪ مرسل پاڻ کي مسڪين چئي،
خود فقيرن کي هدايت ٿي ڪئي.
آهي مسڪينيءَ جو اعليٰ مرتبو،
جنهن ۾ آهي راز وحدت جو سچو.
هر طرح هر حال ۾ مسڪين ٿي،

اڄ خدا ڏي واٽ وحدت جي وٺي.
پاڻ مسڪيني جي منزل ماڻ تون،
هڪ احد احمد کي هردم ڄاڻ تون.

ڪير آهيان، ڪري آهيان، ڪير مان،
پاڻ ڇا آهيان عجب ۾ تو رهان.

ڇڏ طلب جنت جي، موليٰ کي سنڀال،
پنهنجي دل مان دور ڪر ديگر خيال.
ڇو رهين تو غير جي فڪرات ۾،
پنهنجي دل کي ڇو وجهين آفات ۾.
خواب تو جنت جي حورن جو لهين،
حسرتن جا داغ دل تي تو سهين.
جنت ۽ دوزخ جو خالي آهي نام،
رند عاشق مست ٻنهي رهه مدام.
دوزخ آهي ڌار دلبر کان ٿيڻ،
جنت آهي يار سان يڪجا هجڻ.
ڄاڻ پڙدو راهه جو دوزخ جي باهه،
هن سخن تي ڪر حقيقت جي نگاهه.
جو نٿو محبوب جو منهن هت ڏسي،
سو هميشه هت ٻه اندو تو رهي.
جو هتي هستي نٿو ماري سگهي،
سو هتي دوزخ ۾ داخل تو رهي.
رک يقيني طور هي خاصو خيال،
دور ڪر وهم ۽ گمان وارو خيال.
عشق ريءَ آهن سيئي ڪوڙا قصا،
راز ڄاڻن ٿا هي ديوانا پڪا.
هي ڪهاڻيون ڪوڙ وارا ٿا ٻڌن،

صدق وارا پاڻ پاسي ٿا رهن.
يار جو جلوو نٿا عامي پسن،
عشق وارا ٿا اهو ديدار ڪن.
عشق جي رستي ۾ چا بزدل جو ڪم،
معرفت وارا رکن ٿا هت قدم.
عشق جي دولت ڪيو دل کي غني،
سون چانديءَ سان نہ سا آباد ٿي.
درد دلبر جو وٺي ايثار ڪر،
صدق دل سان يار جو ديدار ڪر.
عشق بيشڪ تو ٻڌائي با ڪمال،
عشق سان وسري وڃي ٿي قيل و قال.
گفتگو سان ٿي وڃي ٿي دل سياهہ،
عشق ڏاران ناهي ٻي ڪا حق جي راهہ.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ ڇا آهيان، عجب ۾ تو رهان.

رهہ يگانو معرفت رک دل جي پاڻ،
هن متيءَ مان دل جي رمزن کي سڃاڻ.
پاڻ کي ڄاڻي يگانو پڌ بيان،
معرفت جو راز ظاهر تو ڪيان.
موجزن دريا ۾ ڪشتيءَ جو مثال،
در حقيقت آهي هستي جو مثال.
واقعي احوال پنهنجي جي خبر،
پنهنجي مرشد کان لڌي مون سربسر.
چو طرف کان آهي بحر- بي ڪران،
جنهن ۾ هڪ ڪشتي ڦري ٿي بي گمان.
پاڻ کي سمجهي ٿي ڪشتي ڪوه قاف،

خودسري کان ٿي هٽي لاف و گزاف.
پر اها ڪشتي ٿي پاڻيءَ ۾ ٻڏي،
بحر مان ٻيهر نٿي ٻاهر اچي.
بحر ۾ ٻيڙي وڃي ٿي غرق ٿي،
ان منجهان موجون اٿن ٿيون هر گهڙي.
موجزن هڪ بحر بڻجي ٿو وڃي،
جو ڪجهه آهي جهت ۾ هڪ ٿي ٿو وڃي.
آهي ڪشتي مثل هن هستي جو حال،
گم ٿيڻ سان ٿو اچي مستي جو حال.
پنهنجي هستي کان فنا ڪر پاڻ تون،
”مان ۽ تون“ ۾ هيڪڙائي آڻ تون.
حق ڇپايو ”مان ۽ تون“ واري حجاب،
ڪر هي پردو دور، وٺ راهه- صواب.
عشق آيو، جنهن اهو لاتو حجاب،
عشق آيو، جنهن بڻايو ڪامياب.
عشق آٽي پنهنجي آتش ۾ وڌو،
راز مخفي کي ڪٽي ظاهر ڪيو.
عشق پنهنجي راهه ڏيکاري ڇڏي،
خود بخود حاصل ٿي دولت عشق جي.
درد دل جي ڳالهه ٻڌ وٺ نيڪ راهه،
خود نمائيءَ سان مبادا ٿئين تباهه.
هن خودي کان خود ڪيو بيزار عشق،
دل بڻائي قابل- ديدار عشق.
عشق ميٽي ٿو ڇڏي باطل خيال،
شير آڏو جانور جي ڇا مجال.
عشق جي پڻ شير وانگر آهي چال،
جو هڪالي ٿو ڪڍي هرهڪ خيال.
جانور ان جهنگ کان رهندا پري،

شير جنهن ۾ جاءِ پنهنجي تو ڪري.
حال جي هي ڳالهه آهي ڪر خيال،
قال جو ناهي قصو چڏ قيل و قال.
جنهن جي دل ۾ عشق خيمو تو هٽي،
پنهنجي هستي تان اهو هٿ تو کٽي.
عشق پوڙها تو بڻائي نوجوان،
ناتوانن کي ڪري تو پهلوان.
پنهنجي هستي کان ڇڏائي تو ڇڏي،
بينوا حاڪم بڻائي تو ڇڏي.
مان پڌايان تو تہ آهي عشق شاهہ،
عشق آڏو چاڻ هر هستي تباهہ.
هن سخن کي شعر گوئي تون نہ ڄاڻ،
آيتن وانگر مٿس ايمان آڻ.

ڪڀر آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ ڇا آهيان، عجب ۾ تو رهان.

سر وڃي تنهنجو تہ ڏي ۽ شاد ٿي،
پنهنجي هستي کان، مگر آزاد ٿي.
راز وحدت جو سراسر کول تون،
هل سڏو حق ٻول ۽ حق ڳول تون.
عاشقن کي خاص آگاهي ملي،
عالمن کي ڇا خبر اسرار جي.
آهي موليٰ جو قسم هي حق جي راهہ،
ويجهڙو آهي انهي رستي ۾ شاهہ.
ڪين ملندي راهہ ٻي هن کان سواءِ،
هي سچو رستو ٻڌايو مصطفيٰ.
عشق پڏرو تو ملامت سان رهي،

شان و شوڪت ڪان سدائين تو تهي.
ڪين رهندي عشق جي هستي لڪل،
ڏس پڌر پٽ ۾ سندس خيمو لڳل.
ڪيئن پڌر پٽ ۾ اهو خيمو لڪي،
جو سڄي دنيا ۾ ظاهر تو رهي.
عشق بيشڪ هڪ تماشا گاهه آهه،
جنهن نه ڄاتو ان کي سو گمراهه آهه.
هر طرح ان ۾ ملامت تي رهي،
پڌ سخن ۽ سمجهه ساري راز کي.
ڪين ڇڏ هرگز ملامت جي پچر،
چو ته ٿيندين ان منجهان تون بهره ور.
ريءَ ملامت عشق رهندو ڪٿ به ڪين،
هن حقيقت ۾ بلاشڪ رک يقين.
عاشقن هر نيڪنامي ڪئي ڦٽي،
تنهن ڪري ڪونين ۾ وينا ڪٽي.
تن جي آڏو ڪجهه به ناهن پئي جهان،
هن حقيقت ۾ ڪندو ڪهڙو گمان.
تن جي آڏو آهي هي دم جو جهان،
آهي سو دم جو جهان غم جو جهان.
عشق وارن لاءِ جڳ آهي فنا،
ترڪ دنيا سان جي ماڻن تا بقا.
ڄاڻ حق جو نور سڀ ارض و سما،
اک پٽي ڏس ان جي قدرت جا لقا.
آدمي جي روپ ۾ بي روپ يار،
مصطفيٰ جي نام سان ٿيو آشڪار.
جنهن نه ڄاتو ان کي سو گمراهه ٿيو،
ڄاڻ واري سان خدا همراهه ٿيو.
"من رآني"، پاڻ فرمايو نبي،

جنهن سڃاتو ان کي، تنهن هستي ڇڏي.
بر فلک احمد، احد ٿيو عرش تي،
هت سڏايائين محمد فرش تي.
فرق احمد ۽ احد ۾ تون نه ڪر،
ڄاڻ ساڳيو ئي محمد سربسر.
مصطفيٰ جي راهه حق جي راهه آهه،
جنهن ڇڏي هي راهه سو گمراهه آهه.
ٻن جهانن ۾ محمد نامدار،
شاهه اعظم آهي بيشڪ شهسوار.
خود وٺي آيو احد احمد جو نام،
ٻن جهانن جو ڪيائين اهتمام.
ڇا ٻڌايان حال ڪنهن بيدرد کي،
ڇو ته هي رستو وٺن ٿا مرد کي.
جي اچا آهين خودي سان محترم،
رک نه هن درياهه ۾ پنهنجو قدم.
اِچ عدم جي بحر ۾ ٿي بي مثال،
پِس هميشه پنهنجي جانب جو جمال.
مون اُتان پنهنجو ڪيو شوريده حال،
بند ٿي منهنجي هميشه قيل قال.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ ڇا آهيان، عجب ۾ ٿو رهان.

ڄاڻ ٻن کي هڪ هميشه پاڪباز،
جلد منهنجي گفتگو جو سمجهه راز.
مرد موليٰ جا ٻيائي کي وسار،
يار سان هڪ ٿي هميشه گڏ گذار.
هڪ نبوّت جو اکر آندو هتي،

هڪ ولايت جو ودر اندو هتي.
هڪ ٿي آيو انبيا جو رهنما،
هڪ ٿي آيو اوليا جو پيشوا.
هي سمورو آهي هڪڙي جو بيان،
سمجھ واري وٽ نہ رهندو ڪو گمان.
هو ٿو ٻولي ناهي منهنجي گفتگو،
ٻول هڪ ۽ ڳول هڪ اي راهرو!.
جو چوي ٿو يار سو ئي ٿو چوان،
حڪم جي تعميل وينو ٿو ڪيان.
گفتگو منهنجي سراسر راز آهہ،
اصل ۾ ان يار جو آواز آهہ.
مان ڪٿي منهنجي نہ معلومات آهہ،
ظاهر و باطن خدا جي ذات آهہ.
بادشاهي پوش پهري ٿو ڪڏهن،
گودڙيءَ ۾ لعل بڻجي ٿو ڪڏهن.
پٽ ڪڏهن پهري ڪڏهن پائي ڪتو،
چنپ ڪڏهن آهي ڪڏهن ماري مٿو.
آهي آدم خود حوا سان هو ڪڏهن،
آهي بلقيس ۽ سليمان هو ڪڏهن.
هو ڪڏهن گريان ڪڏهن خندان رهي،
هو ڪڏهن عيسيٰ ڪڏهن عمران رهي.
هو ڪڏهن خاصو صحابي ۽ رسول،
هو ڪڏهن بڻجي ٿو اولادِ بتول.
هو ڪڏهن آهي عبيدالله پير،
هو ڪڏهن صاحبڏنو روشن ضمير.
آهي ان هڪڙي جي سڀ ذات و صفات،
جاڻ هڪڙي جي جڳھ هي ڪائنات.
هيڪڙائي ۾ رهي ٿو پاڻ هڪ،

تون بہ ان هڪڙي کي هردم ڄاڻ هڪ.
سمجهہ، ڏس ۾ ڇئو هميشه يار هڪ،
ظاهر و باطن تيو دلدار هڪ.
ڏس بہ هڪ ۾ ڇئو بہ هڪ ۾ ڄاڻ هڪ،
جيئن رهي هردم ڪئو تو ساڻ هڪ.
آهي قوتو پاڻ پاڻيءَ جو شريڪ،
اصل ۾ الله ڄاڻي تو وڏيڪ.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ ڇا آهيان، عجب ۾ تو رهان.

ڇڏ انهن لاهن ۾ چاڙهن جي پچر،
عشق جي مستي ۾ اي دل ڪر گذر.
جلد اي دل دوجهان کي ڪر ڦٿو،
جيئن ڏسين تون عشق جو عالم ڇٿو.
پير عبدالحق اسان جو رهنما،
جنهن اڳيان هڪ شخص آيو پارسا.
باادب تي ان چيو: "اي شاهہ دين،
مون کي سمجهايو اوهان "عين اليقين".
پير فرمايس تہ "پڌ اي نيڪ فال،
تو پڇيو مون کان اهو سهڻو سوال.
هن طرح علم اليقين آهي عيان،
باهہ جيئن معلوم ٿئي دونهين منجهان.
صاف دونهين مان حقيقت ٿي ملي،
باهہ مان نڪري هوا ڏي ٿو هلي.
تو اهو علم اليقين سمجهيو صفا،
پڌ هينئر عين اليقين جي ماجرا.
هن طرح عين اليقين حاصل ڪجي،

باھہ کي ويجھو وڃي ۽ ٻڄجي.
جي ڪيئي عين اليقين کي دل نشين،
غور سان ٻڌ تون هينئر حق اليقين.
پاڻ پنهنجو آڳ ۾ اڇلائجي،
پنهنجي هستي کي سراسر ميٽجي.
هي ٿيو حق اليقين تحقيق ڄاڻ،
ٿي فنا، ان مان بقا جو ماڳ ماڻ.
تن بدن فاني ٿيا هڪ ذات ۾،
نور ظاهر ٿي ويو ظلمات ۾.
پنهنجي هستي کي ڪري ڇڏ گم صفا،
بيخودي سان ڪر اناالحق جي صدا.
دم اناالحق جو اچي ٿو حق وٽان،
هي حقيقت ڄاڻ تون ويساھہ سان.
جيڪڏهن دل سان وٺين هن راھہ کي،
بيگمان حاصل ڪرين الله کي.
عشق ڏس طرحين تماشا ٿو ڪري،
ڪيئن تہ آٽي ٿو نرالي جاءِ تي.
جيئن جو پنهنجو پاڻ ڏيکاري ٿو عشق،
جان و تن کي جلد ۾ ڳاري ٿو عشق.
نور کي ڳولن ٿا پاڇا جابجا،
پر ٿين ٿا نور جي آڏو فنا.
هن طرح جيڪو بہ ڳولي ٿو خدا،
سو خدا آڏو ٿئي ٿو خود فنا".

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ ڇا آهيان، عجب ۾ ٿو رهان.

هڪ ڏهاڙي هڪ سچي سالڪ صفا،

منهنجي مرشد وٽ اچي ڪئي هي صدا:
"هت اچي حاضر ٿيان تو هر گهڙي،
ڇا هتي پڻ ٿيندي منهنجي رهبري.
ڇا هتي پڻ هٿ ۾ دامن کي ڪبو،
پنهنجي مرشد سان سدا رهبو ڪنو؟"
پير مشڪي ۽ چيو اُن مرد کي،
"مان اسان ڪان هوءَ جڳهه آهي مٿي.
پاڻ پنهنجو ڄاڻ ۽ مون کي سڃاڻ،
منهنجي دامن کي وٺي رک منهنجي ڇاڻ.
هيڪڙائيءَ ۾ سدا هجبو هتي،
هيڪڙائيءَ ۾ ٻيو آهي ڪٿي!.
هن حقيقت تي برادر غور ڪر،
پيچ سڪندر واري پيت کي سربسر.
تنهنجي هستي پيت سڪندر جي ٻٽي،
باخبر ٻٽجي انهيءَ کي پيچ ڪٽي.
پيت پيچڻ ڏاران نہ ملندو دڳ سڌو،
ناهي سڀ ڪنهن کي پتو هن رمز جو".

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ ڇا آهيان، عجب ۾ تو رهان.

ڇڏ ڪٿي ڪشف ۽ ڪرامت جي پچر،
هي دعائن جا دلاسا دور ڪر.
راهہ موليٰ جي لطيفن ۾ نہ آهہ،
عشق وارو غم وظيفن ۾ نہ آهہ.
قلب، روح ۽ نفس وارو ذڪر ڇڏ،
پر نہ درد- عشق وارو فڪر ڇڏ.
اصل ۾ سارو نبڳيءَ جو ناهہ آهہ،

راهہ و هردم هتي گمراهہ آهہ.
ذڪر قلبي ۾ وَڃن تا وسوسا،
عاشقن جي راهہ ٻي آهي صفا.
ڪاسبي هي راهہ ڪن تا اختيار،
جنهن تي ناهي واقفن کي اعتبار.
هي سراسر آهي ، شيطاني عمل،
بيخودي ۾ آهي سبحاني عمل.
ڇڏ لطيفن جي نمائش جي پچر،
هي نمائش آهي ذلت سربسر.
عام ليکي هو ولي الله آهہ،
پر اها جور و جفا جي راهہ آهہ.
ورد بيشڪ آهي، ليڪن درد ناهہ،
درد ڌاران ڪوبہ ڪامل مرد ناهہ.
ڊوهہ سان حيلا بهانا تو ڪرين،
بي سبب مڪر ۽ دغا ۾ تو مرين.
جو ڀيائي کي ڇڏي هوشيار ٿيو،
جان و دل ڏئي يار کي خود يار ٿيو.
حق بنا دنيا ۾ ناهي ڪو ٻيو،
باخبر ٿي رک پتو هن راز جو.
حق بنا ڪونين ۾ ڪونهي ٻيو،
آهي فرمودو اهو توحيد جو.
ڪيئن ڪٽي مان ڪيچ بنجي تا پون،
ڏس وري سي ماڻ ۾ تا ماپجن.
ڪيئن خدائي ۾ خدا گم تو رهي،
بادشاهي ٿي گدائي ۾ ڇپي،
بحر ڪيڏو موج ۾ مخفي ٿيو،
آهي پاڻيءَ جي مٿان پردو پيو.
بحر ڪان ٻاهر ٿيو پاڻي ڦڙو،

بحر سڌبو بحر جي اندر اهو.
بحر توڙي نهر سارو آهي آب،
هر ذري جو مرڪز آهي آفتاب.
موجزن درياهه دل ۾ ٿو رهي،
هي قلم ٿو 'راز نامي' کي لکي.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ ڇا آهيان، عجب ۾ ٿو رهان.

مان نٿو ٻوليان اهو ٻولي ٿو پاڻ،
مان نٿو ڳوليان اهو ڳولي ٿو پاڻ.
مان نڪي مسلم نڪي ڪافر ڪٿو،
منتر ۽ جادو منجهان ڄاڻان نٿو.
ملحد ۽ زنديق ناهيان بي گمان،
دور آهيان انت ۾ بي انت کان.
مان نه آهيان بزرگ ۽ ڪو شيخ پير،
فقر جي تڪميل ۾ آهيان فقير.
عابد ۽ زاهد گدا مون کي نه ڄاڻ،
پيشوا ۽ پارسا مون کي نه ڄاڻ.
مفتي و ملا نڪي قاضي ٿيس،
هر طرح هر حال ۾ راضي ٿيس.
مان نڪي نوڪر نڪي آقا غلام،
سڀ کي سچ پچ دور کان آهي سلام.
دور آهيان دين ۽ اسلام کان،
ويجهڙو حق ٿو رهي هن رمز سان.
هن طلسمي رنگ ۾ رهجي ويس،
عشق جي ميدان ۾ پهچي ويس.
پـڌ سراسر راز وارو هي سخن،

دور ڪر سڀ مان، اسان ۽ جان تن.
جيڪي دروازا هيا، تن کي ڇڏيم،
يار پنهنجي شهر مان حاصل ڪيم.
دم اناالحق جو هڻان ٿو دار تي،
جنهن جو غوغا ساري دنيا تي پئي.
عشق جون موجون رهن ٿيون بي ڪنار،
راز عالم ۾ ٿين ٿا آشڪار.
مثل- حيدر فتح ڪر خيبر جو ڪوٽ،
هل هنئين سان هوت ڏي غازي تي گهوٽ.
پڃ ڪٽي هي ڪوٽ خيبر جي مثال،
دوجهان ۾ جيئن ڪرين حاصل ڪمال.
صدق دل سان علم سک توحيد جو،
پيٽ وارو علم ڪر سارو ڦٽو.
دوش تي منصور جي جهنڊو رکيم،
ان جي بيرق کي مٿان ڪولي ڇڏيم.
مان ڪيان ٿو ان جي رمزن جي پچار،
جيئن ٿئي دنيا سڄي تي آشڪار.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ ڇا آهيان، عجب ۾ ٿو رهان.

مئي وني توحيد جي مخمور ٿيس،
ملحدن ڇاتو ته مان مشهور ٿيس.
هر هميشه پي شراب ۽ پي شراب،
لاهه تسبيح ۽ مصلي جو حجاب.
پاڻ کان شيخي بزرگي دور ڪر،
ڇڏ اميري ۽ وزيري جي پچر.
ماءُ پيءُ پٽ زال وارو ميل ڏس،

ڪيئن نہ پٽريو آهي قدرت ڪيل ڏس.
عام کي ان ڳالھ جو ناهي پتو،
حشر ۾ ٿيندو انهي احوال جو.
ڇڏ انهن وردن وظيفن جي پچر،
عشق ڌاران ڪجھ نہ ٿيندو ڪارگر.
ٽوڙ تسبيح ۽ مصلي کي وسار،
پاڻ تان چوغو بزرگي جو اتار.
پنهنجي قاتل گودڙي کي باھ ڏي،
هر طرح سان ڇڏ نڳيءَ جي ناھ کي.
چُست ٿي ڪيڏيون نمازون ٿو پڙهين،
سُست موليٰ جي طلب ۾ ٿو رهين.
خلق جو خادم ٿي مخدومي وسار،
خوءِ فرعوني ڇڏي ڏي هوش ڌار.
جو رهيو مخدوم سو محروم ٿيو،
جو رهيو محروم سو مخدوم ٿيو.
ناهي مخدومي ۾ رندن جو گذر،
آفتون آهن انهي ۾ سربسر.
جاڻ اڳ ۾ اصل تنهنجو ڇا هيو،
ڪيئن فرشتن تو اڳيان سجدو ڪيو.
هت اچي غافل غلامي ٿو ڪرين،
عبد ٿي سڀ جي سلامي ٿو ڪرين.
بادشاهي مان بڻايئون غلام،
سخت حيرت ۾ رهان ٿو والسلام.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ ڇا آهيان، عجب ۾ ٿو رهان.

جي منور ٿو ڏسين شمس و قمر،

تن کي خود روشن ڪيو تنهنجي نظر.
ڏس وري هي برگ- گل شاخ ۽ شجر،
ڀهرور، جن کي ڪيو تنهنجي نظر.
آسمان تي تنهنجي اک جو نور آهه،
ڇا ڏسي جيڪو نظر کان دور آهه.
تنهنجي اک هر راز کي ظاهر ڪيو،
پر نٿو توکي پوي پنهنجو پتو.
تيز تلوار آهي مستن جي نظر،
پڄ پري مون کان هٿي وڃ ڪر حذر.
آهي مستي سان ڀريل منهنجي نگاهه،
هٽ پري زاهد مبادا ٿئين تباهه.
سربسر آهي اها خوني نظر،
غير واصل کي ڪندي زير و زبر.
آهي مستي سان ڀريل منهنجي نگاهه،
دور ٿي ان کان هميشه گهر پناهه.
ناهي هرگز منهنجي معمولي نظر،
وٺ خزانو عشق جو ڏي جلد سر.
شينهن جي اک ڏي ڏسڻ دشوار آهه،
پر ڏسي سو جنهن کي حاصل يار آهه.
منهنجي اک ديدار جي قابل بڻي،
ڪيئن نه هرڪنهن واسطي قاتل بڻي.
آهي منهنجي اک مثال- ذوالفقار،
جنهن کي جڻ هٿ ۾ ڪنيو حيدر ڪرار.
ڪير سهندو عاشقن جي اک جو تاب،
پنهنجي هستي کي وڃائيندو شتاب.
آهي صورت کان سواءِ منهنجي نظر،
پاڪ اعليٰ ذات بيشڪ سربسر.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ چا آهيان، عجب ۾ تو رهان.

اگ ۾ پنهنجي ماءُ مان پيدا ٿئين،
پوءِ دائي جي هٿن ۾ تون وئين.
پرورش ڪئي تنهنجي دائي چار ڏينهن،
تو لڳايو آهي ان سان پنهنجو نينهن.
ڇڏ انهي دائي کي مادر کي سڃاڻ،
ڪر پري هي غير جي پوشاڪ پاڻ.
تنهنجو خلقيندڙ خدا آهي ٻيو،
معجزو سمجهين متان تون ماءُ جو.
جسم جي دائي جو واري ڇڏ اکر،
جسم توڙي جان و دل جي ڇڏ پچر.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ چا آهيان، عجب ۾ تو رهان.

ٿوررڙو پاڻي اگر ٿئي ٿو روان،
موج دريا ۾ هٽي ٿو زور سان.
دم هٽي دريا ٿو سمجهي پاڻ کي،
جابجا پنهنجو ئي غوغا ٿو ڀڏي.
جيڪڏهن پاڻي کي ڪجهه رستو ملي،
موج سان مهراڻ ٻڻجي سو وهي.
راهه جاري ٿي ته جهٽ دريا ٿيو،
ان جي لهرن جو لقاءُ پيدا ٿيو.
هڪ جڳهه تان سير ٻڻجي ٿي وڃي،
جا گهٽين ٻيڙين جا تختا ٿي پڇي.
پاڻ خود هڪ موجزن درياءَ ڇڏي،

هت لتا آهيون متيءَ جي ملڪ تي.
پن جڳن ۾ ڪج ڪلاهي تا ڪيون،
خود گدا هوندي بہ شاهي تا ڪيون.
جابجا آهي سدا هڪ ذات- حق،
خود اناالحق جو پڙهايائون سبق.
بحر معنيٰ جو ڪليو منهنجي مٿان،
"لا" ڇڏي "الا" ۾ آيس عشق سان.
اصل ۾ تون بحر آهين بي ڪنار،
تو منجهان موجون اٿن تيون بي شمار.
فرق ناهي موج ۽ مهراڻ ۾،
سچ تہ سڀ ڪجھ آهي پنهنجو پاڻ ۾.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ ڇا آهيان، عجب ۾ تو رهان.

آهي موجودات موجن جي مثال،
جنهن ۾ حق جي ذات جو آهي ڪمال.
اي سجڻ تون پنهنجي دل کي صاف ڪر،
پاڻ اڳ ۾ ڇا هئين انصاف ڪر.
هي سيئي قانون رسمي ڪر ڦِٽا،
پنهنجي ننگ و نامر کي تون ڇڏ صفا.
رسمر جي ڦندي ۾ هيئن ڦاسي نہ وڃ،
غرق ڪر رسمن کي منهنجي ڳالھ مڃ.
ڪيترا پاڻيءَ جا چشما ڏار ڏار،
چنڊ جي چهري کي ڪن ٿا آشڪار.
آهي چشمن ۾ سندس فاني مڪان،
روشني قائمر رهي ٿي چنڊ سان.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ ڇا آهيان، عجب ۾ ٿو رهان.

خلق جي هر رسم کان آزاد ٿي،
ياد ڪر هڪ يار کي آباد ٿي.
هر طرح جي رسم کي تون ڏي ڏتو،
پاڻ وڪڻي هڻ محبت جو سٽو.
رسم جي هر راه شيطاني ٻٽي،
خود شناسي راه رحماني ٻٽي.
رسم جي هر ڪار دجّالي رهي،
دل الاهي عشق کان خالي رهي.
دور ٿي دجّال کان تون دور ٿي،
عاشقي جي راه ۾ مشهور ٿي.
ريت رسمن ۾ رهي ٿي ڪافري،
آهي ساري بت پرستي آذري.
ڪفر ۽ اسلام جون پاڙون پٽي،
مون مسلماني ڇڏي پنهنجي مٽي.
هر طرح سان مون مسلماني ڇڏي،
مذهب و ملّت پٽي پنهنجي مڏي.
مذهبن سان ناهي منهنجو واسطو،
مان انهيءَ ڪتراڳ مان ڇاڻان نٿو.
بت پرستي آهي رسمن ۾ صفا،
هيءَ حقيقت آهي ڄاڻي هڪ خدا.
روڳ رسمن جو پري ڪر پاڻ کان،
عشق رک لولاڪ واري شاه سان.
ڄاڻ رسمن کي صفا زنجير دام،
جن ۾ ڦاسي ٿا وڃن ماڻهو مدام.

اي سڄڻ هن دام کي ٽوڙڻ کپي
منهن زماني کان صفا موڙڻ کپي.
جي زماني کان قدم ٻاهر ڪرين،
راز حاصل سربسر هر هر ڪرين.
سڀ کي سوگهو ٿو ڪري رسمن جو دام،
جو بچيو ان کان سو آهي شاد ڪام.
مرد سو آهي جو ٽوڙي دام کي،
هي جهان ڇا؟ هو جهان هڪدم ڇڏي.
عشق جون رمزون ڪيان ٿو آشڪار،
دين ۽ دنيا جي جهڳڙن کي وسار.
ننگ و نام ۽ ريت رسمن کي وسار،
ڪافري ڇڏ تون موحد ٿي گذار.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ ڇا آهيان، عجب ۾ ٿو رهان.

آهي ان جو اسم، اسمن ۾ نهان،
سڀ فنا آهي، اهو آهي عيان.
اسم ايذا ڇا ڪندين اثبات ۾،
محو ڪر اسمن کي ان جي ذات ۾.
آهي اسمن ۾ سمورو اختلاف،
جاڻ معنيٰ کي ته سڀ ڪجهه آهه صاف.
تون فلاڻو پٽ فلاڻي جو نه ڇئو،
پاڻ تون آهين اهو ناهي ٻيو.
بحر گم موجن ۾ پنهنجو پاڻ ٿيو،
نيٺ موجن مان وري مهراڻ ٿيو.
گم ٿيون موجون ته دريا دم هنيو،
سڀ ڪجهه آهيان مان نه آهي غير ڪو.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ ڇا آهيان، عجب ۾ تو رهان.

مون کي طنبورو بنائي پاڻ يار،
ڪيئن وڄائيندو وتي تو آشڪار.
مون منجهان نغما ٿا نڪرن بيشمار،
سي ٻڌي وٺ قرب سان اي قربدار.
سُر ڪڍي تو سوز مان هي ساز ٻڌ،
هر نموني جا اچي آواز ٻڌ.
يار جي هٿ سان وڄي ٿي ان جي تار،
راز قدرت جا ٿين ٿا آشڪار.
هجر جي يا وصل جي ٻولي ڪڍن،
حال مستي جي ڪري هولي ڪڍن.
ڪجهه نٿو ٿئي حڪم ان جي کان سواءِ،
پنهنجي هستي کي مٽائي ڇڏ صفا.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ ڇا آهيان، عجب ۾ تو رهان.

منهنجو ڏاڏو مشتهر صاحبڏنو،
جو محمدحافظ اعليٰ شان هو.
هڪ ڏهاڙي شهر کان ٻاهر ٿيو،
سير خاطر واٽ ورتيون ٿي ويو.
ڪوٽڙي ۽ ڏيوٽي جي درميان،
هڪ اگهاڙي مست عورت ٿي عيان.
اصل ۾ ”بصري“ انهيءَ جو نام هو،
جنهن جي حالت کان نه واقف عام هو.
ويجهڙو خواجه جي بيهي پاڪباز،

درد واري داٻهن ڪئي هڪ دلنواز:
"ڏس ته توکي ڪيئن نه ساري ٿو خدا،
تون خدا کان ڇو ٿيو آهين جدا."
بيت سنڌي ۾ ٻڌايائين ٻه ٽي،
پيش خدمت ٿو ڪيان تن کي هتي:
"ڇري ڪري ٻصري، ڪري تا ڪر نانهن،
وئي پرائي وهاڻ تنجو هنئڙو تا هي ٿيو.
جئان گهڻو جڳ ۾، پر جم نه جيئڻ ڏئي،
باب نه پڙهج بي، هج آلوده الف سان.
ورسان وجهڻو ڪاڻ، ڪرسان ڪليو سمهين،
آيل هي اهجاڻ، جو ڪڻ ڇڏي ته ابرين."
هي ٻڌي خواجه صفا بيخود ٿيو،
سربسر عاشق بڻيو الله جو.
پنهنجو پٽڪو پاڻ اڇلايائين مٿان،
مئي محبت جي چکيائين چاهه مان.
بس محبت کان سوا سڀ ڪجهه ڇڏي،
جهنگ ۾ ويهي رهيو گوڏا گڏي.
ڇهل ڇاليها ڪڍيا جيئن مرد۔ راهه،
پوءِ هلي آيو عبيدالله شاهه.
پاڻ خواجه کي بڻايائين مريد،
لامڪان تائين پڄايائينس ديد.
راز وحدت جو مليس مرشد هٿان،
حسن۔ جانان جلوه گر ٿيس دل مٿان.
آهي الفت جي اهائي شاهراهه،
رک طلب هڪ يار جي ٻئي کي نه چاهه.
بس عبيدالله اسان جو شاهه هو،
هر طرح هر حال ۾ همراهه هو.
هو سراپا نور هو مرد۔ ڪمال،

کوڙ، جنھن پيدا ڪيا عيسيٰ مثال.
خضر خادم ھو سندس درگاھ جو،
ھر ولي چڻ ھو سپاھي شاھ جو.
ان جو ھر دربان سڪندر جي مثال،
چٽ ولايت جو ھيس سر تي بحال.
ڪيترا خاقان وخسرو و قيقباد،
جم چا دارا، نوڪري ۾ شاد، شاد.
چڻ ھيا "شبلي" "جُنيد" ان جا مريد،
معتقد "ذوالنون" توڙي "بايزيد"
ھر ملڪ ان جو ثناگو بي گمان،
غوث توڙي قطب ھرھڪ مدح خوان.
پاڻ ھو آلِ محمد مصطفيٰ،
جنھن جو ڏاڏو ھو علي المرتضيٰ.
سو عبيدالله ھيو نورِ خدا،
خواجہ حافظ رھنما جو پيشوا.
تنھن عبيدالله ھادي سرفراز،
خواجہ حافظ سان رکيا راز و نياز.
پنھنجو مرشد پير "عبدالحق" سچو،
جنھن جو اعليٰ مرتبو موليٰ ڪيو.
پير عبدالحق سخا جو بحر ٿيو،
جڳ ۾ جنھن کوليو خزانو فيض جو.
وصف ان جي ڪين ٿي سگھندي تمام،
جو چوان سو ڪجھ بہ ناھي والسلام.

ڪير آھيان، ڪير آھيان، ڪير مان،
پاڻ چا آھيان، عجب ۾ ٿو رھان.

ھي سمورا اسم ٿيا ھڪ ۾ فنا،

هڪ ٿيا سارا برابر هڪ ٿيا.
هڪ منجهان پيدا ٿيا نالا لکين،
هڪ منجهان ٿيون صورتون اعليٰ لکين.
"الف" پڙهه "بي" "تي" جي وائي کي وسار،
بت پرستي آهي "بي"، "تي" جي پچار.
الف مان پيدا ٿيا هي باب سڀ،
تون ڦٽا ڪر تن سندا آداب سڀ.
پيش وحدت پيو ادب جو سر پڇي،
دور ٿيا آداب وحدت کي ڏسي.
اوچتو وحدت جو خيمو جيئن کتو،
خود بخود اڏريو پکي آداب جو.
ٿي ادب کان پوءِ وحدت مستقيم،
جو به چاهيو سو ڪيو سڀ ڪجهه ڪريم.
لعل وحدت کي، ادب کي آب ڄاڻ،
هٿ ڪري هي لعل، هرڪنهن کي سڃاڻ.
ڇڏ وظيفا اسم وٺ الله جو،
غير ڪڍ، وٺ جابجا نالو اهو.
ناهي ڪجهه موليٰ جي نالي کان سواءِ،
ڪاهلي آهي وظيفن ۾ صفا.
هوش سان هل ڇڏ وظيفن جي پچر،
دربدر ڇو ٿو رُلين اي بي خبر.
راز رحماني جي ساري لهه خبر،
ڪر وظيفن کان پري پنهنجي نظر.
فڪر- حق جي ذات وارو رک مدام،
پاڻ تي ٻيون لذتون سڀ ڪر حرام.
بس انهيءَ هڪ فڪر ۾ هرگاه رهه،
ان جي وحدت کان سدا آگاه رهه.
تون نه آهين يار آهي ياد رک،

جابجا جڳ ۾ جو ڏسجي ٿو عيان،
سو سراسر عشق آهي بيگمان.
عشق از خود ڏس اناالحق جو ڏنو،
جنهن جو هر نقصان آهي فائدو.
عشق ثابت ڪئي خدا جي پاڪ ذات،
محو، جنهن ۾ تي سموري ڪائنات.
بس هيو هڪ خاص عاشق معتبر،
پنهنجي هستي کان سراسر بي خبر.
وصل جي مئي سان صفا سرشار هو،
رمز روحانيءَ جو واقفڪار هو.
عام سڀبو جيڪو آڪيداس هو،
پرت وارن ۾ هميشه پاس هو.
اصل ۾ نالو هيس "عاقل فقير"،
مست ۽ مجذوب هو روشن ضمير.
رمز اثباتي ۾ هو هوشيار هو،
"لي مع الله" جو به واقفڪار هو.
جان تي ظاهر ۾ پاتائين جٽيو،
هرڪو ان جي حال کان واقف بڻيو.
هي خبر قاضين جي ڪن تي پئي جڏهن،
گڏ ٿيا مُلاّ ۽ مفتي سڀ تڏهن.
جلد عاشق سان لڙڻ لئي ٿيا تيار،
صبر جو دامن ڪيائون تار تار.
اڳ ۾ هڪ سالڪ اچي ان کي چيو،
"پاڻ کي تو قرب جو قيدي ڪيو.
تنهن ڪري قاضين ۽ مفتين جو سپاهه،
توکي مارڻ ٿو اچي اي مرد- راهه."
رڙ ڪري عاشق ڏنس ورندي اها،
"جو چيئي پيهر به چئو تون مرحبا.

جي حقيقي عشق کي حاصل ڪرين،
پنهنجي هستي کي صفا واري ڇڏين.
عشق جي تلوار آهي چيلهه سان،
ڪيئن نه ان جو سير حاصل مان ڪيان.
عشق جي تلوار جي قابو ڪندس،
خوف اڳتي جو رکي ڪئن ويهندس.
يار جي قدمن ۾ سر قربان ڪندس،
عالمن کي هر طرح حيران ڪندس.
يار جي رستي ۾ قرباني ڪبي،
محب منڙي جي ھي مهماني ڪبي.
راز سڀ منصور جيئن ظاهر ڪبو،
عشق سان سولي تي سر پنهنجو ڏبو.
عاشقن جي صف ۾ جيڪو بيهندو،
پنهنجو سر سولي اڳيان حاضر ڪندو.
دل ۾ آهي بحر غم جو موجزن،
موج ان جي موج ۾ آئي تي من.
عشق منهنجو خون هاريندو بجا،
تيغ ان جي سان ڪسڻ آهي روا.
سر ڏيڻ هن راه ۾ آهي ڀلو،
راز ظاهر ٿئي زبان سان عشق جو.
يار جيئن چاهي خوشيءَ سان تيئن ڪيان،
مان سندس قدمن اڳيان قربان ٿيان.“
اوچتو ملن اچي ڪڙڪو ڪيو،
جن جي اڌو پاڻ ڏاڍو خوش ٿيو.
پاڻ پنهنجو غير کان آزاد رک.
”قل هو الله“ آهي ”الله الصمد“،
ڄاڻ معنيٰ باليقين آهي ”احد“.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ ڇا آهيان، عجب ۾ تو رهان.

دوبدو بيهي ڪيائين هيءَ صدا:
"مرحبا صد مرحبا صدر مرحبا.
خوش هجو اي قاضيو! اي مفتيو!،
پنهنجي دل جي مدعا پوري ڪيو.
جي شريعت حڪم ڏئي ٿي قتل جو،
سيگهه ۾ هي ڪوٺ هستي جو پيچو."
حق جو ڪلمو سڀ ٻڌي حيران ٿيا،
جوش ۾ تن ڪي وڏا جولان ٿيا.
عالمن فتويٰ ڏني: "رسوا ڪجيس،
منهن مٿان دانگي ملي گهمرائجيس."
ڪيس چاڙهيائون گڏه تي خار مان،
لپ مٿيءَ جي ٿي هنيس خورد و ڪلان.
هر طرف هي هُل ٻڌو ٿي خاص و عام،
شير هو سيني جي وچ ۾ شاد ڪام.
عام ماڻهن ڪيس طعنا ٿي ڏنا،
هر طرف ڪان ٿي پتر اُن کي لڳا.
ڏاند ان کي هو چڙهيءَ جي واسطي،
سو کهي ڪائڻ لڳا ماڻهو اُتي.
هي ٻڌي عاشق صفا سڀ کي چيو:
"هن ڪڏي ڪم ڪان اوهان توبهه ڪيو.
گوشت ڪائيندو جو منهنجي ڏاند جو،
پڪ انهيءَ کي موت ايندو اوچتو.
موت جي تلوار ايندي تن مٿان،
قتل ٿي ويندا هي قاضي ناگهان."

نيٺ هن بانڪي بهادر کي چڏي،
ويو هليو هر ڪوئي پنهنجي جاءِ تي.
گوشت سؤ چاليهه ماڻهن ۾ هليو،
جن ۾ ڪاڏو تن جو سڀ کي هو پتو.
اوچتو تن جي مٿان آئي قضا،
جن ۾ ڪاڏو ڏاند هو سيئي ڪٺا.
جي هيا ملا ۽ مفتي سڀ مئا،
نيٺ ان عاشق ۾ پورا دم ڪيا.
مون انهيءَ بابت گهڻو ماريو مٿو،
جڳ ۾ هرڪو ناهي طالب راز جو.
هاءِ مخفي راز ڪيئن رهجي ويا،
مان پڌايام پر نه جڳ ظاهر ڪيا.
ڪيستائين پيو پڌائيندس ڪلام،
اي برادر بس ڪيان تو والسلام.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ چا آهيان، عجب ۾ تو رهان.

سڀ سچا عاشق وچي رستي لڳا،
مان هتي افسوس ڪاوان تو ڏڪا.
عشق وارا ويا چڏي هن حال ۾،
جو اجا تائين رهان تو قال ۾،
عشق وارا ويا هليا حيران ڪري،
جن جي خاطر جيءُ منهنجو تو جلي.
عشق وارا ويا هتي حيران ڪري،
سوز جن جي ۾ تي دل سڏڪا پري.
دوستن وٽ عاشقن ديرا ڪيا،
ٻئجي بي گهر مون هتي ڦيرا ڪيا.

عشق وارا ويا ڇڏي هٿ واءِ واءِ،
حال پنهنجي تي ڪيان ٿو هاءِ هاءِ.
مون کي هن حالت ۾ حيراني ڏئي،
عشق وارا ويا پريشاني ڏئي.
عشق وارن کان سوا لاچار ٿيس،
دربدر ڏانهون ڪري بيڪار ٿيس.
عشق وارا جڳ ڇڏي آزاد ٿيا،
جاوداني عيش سان آباد ٿيا.
درد واريون ڪيتريون ڏانهون ڪندس،
عشق وارن واسطي آهون ڪندس.
دل ۾ تن جي درد جي جاگير آهه،
بس انهن ڳالهين جو هي تاثير آهه.
سر تي آيو عشق وارن جو فراق،
مون کي ماري ٿو انهن جو اشتياق.
عشق وارا ويا انهيءَ جي راه ۾،
سي دعاگو ٿيا سندس درگاه ۾.
غم جي رمزن کي سڃاڻي ڪر نظر،
جيئن پوي توکي حقيقت جي خبر.
پير عبدالحق اسان جو يار ڏس،
حق جي رمزن جا لکين اسرار ڏس.
حق ڏنيون جنهن کي هزارين حڪمتون،
هر گهڙي آهن مٿس لک رحمتون.
پاڻ هادي رهنما، جنهن جو ٿيو،
حق جي رمزن جو پتو اُن کي پيو.
جنهن کي بخشيائين پيالو فقر جو،
اُن جو پارس سان وڃي پاسو لڳو.
عشق جي جوهر کي حق جي ذات ڄاڻ،
آيتون حق جون ڏسي ان کي سڃاڻ.

هر صفت موليٰ جي هٿ آيو ڪٺي،
غير ناهي آهي ساڳيو ئي ڏٺي.
جڳ جي شاهي ۽ بزرگي ڪان مٺي،
هن خدائي کي پڇايائين ڪٺي.
دڳ وٺايائين سڌو درويش کي،
مئي محبت جي پيارايائين سڌي.
ڪوڙ مون جهڙا سندس در تي مريد،
سر ڏيڻ ۾ جيڪي سمجهن پنهنجي عيد.
پنج پٽ هن عشق جي سلطان جا،
گنج آهن دين ۽ ايمان جا.
ڇا ڪري سگهندي زبان تن جي ثنا،
پاڻ آهن پنهنجو مٽ عارف سچا.
منهنجو پهريون پيرزادو با اصول،
مرحبا آهي محمد وٽ قبول.
خود صفا تحقيق جا گوهر ڪري،
غير جي تقليد ڪان ٽئي ٿو پري.
دين ۾ دائم رهيس هڪ مشغلو،
معرفت جي ذڪر جو ۽ فڪر جو.
آهي هادي رهنما بيشڪ پلو،
مصطفيٰ ۽ مرتضيٰ جو دادلو.
اوليا ۽ انبيا جو پيشوا،
حق جو بندو خاص جڳ جو رهنما.
جنهن جي آڏو ٻئي جهان آهن ڪڙو،
عرش رسي، جنهن اڳيان هڪڙو ذرو.
آهي معنيٰ جو خزانو هي فقير،
جو بزرگي ۾ رهي ٿو بي نظير.
پير زين الدين ٻيو والا صفات،
آهي هر هادي جي زينت جنهن جي ذات.

آهي ساڳيو سر انهيءَ هڪڙي ۾ پاڻ،
تون ٻه هڪڙي ۾ اهوئي سر سڃاڻ.
دين محمد آهي ثالث دلربا،
عشق واري سلسلي جو رهنما.
پيشوا چوٿون محمد جو ولي،
فخر دنيا جو سچو عاشق سخي.
بعد ۾ خاصو خداداد آهي پير،
عشق واري راهه ۾ روشن ضمير.
هي سمورا نام ٿيا هڪ نام جا،
يار هڪڙو آهي بيشڪ جابجا.
هڪ منجهان هر هڪ لقا پيدا ٿيو،
عقل کي هن حال حيرت ۾ وڌو.
هڪ اهوئي سر هتي آيو هلي،
اصل ۾آهي حقيقت هيءَ پڪي.
تون انهيءَ ڪثرت ۾ وحدت کي سڃاڻ،
سچ ته وحدت آهي ڪثرت پنهنجو پاڻ.
هت قلم جو سر صفا ڪتجي ويو،
جو هيو لکڻو اهو لکجي ويو.
هي خدائي ٿيو سندس در جو غلام،
"راز نامو" ختم ٿيو بس والسلام.
حڪم ان جي سان ڪلي پيهر زبان،
جيئن چيو مون کي سڄڻ تيئن ٿو چوان.
مختصر آهي برابر هي ڪلام،
فائدو حاصل ڪري هر خاص و عام.
خون مان ٻوڙي قلم کي بار بار،
هن رسالي کي ڪيو مون آشڪار.
عشق جا اسرار ظاهر ٿو ڪيان،
محو آهن ذڪر ۾ دل ۽ زبان.

كنهن کي طاقت ناهي جو خطرو ڏئي،
حڪم ان جي ساڻ هلچل ٿي رهي.
عام ماڻهن ڪان پري ڪن ۾ اچي،
يار مون سان ڳالهه ڪئي اسرار جي.
ڪي ڏهاڙا بند هئي منهنجي زبان،
اوچتو هي بار ايو دل مٿان.
فرض سنت مستحب ڪي خاص و عام،
نفل واجب سان پڙهن تا صبح و شام.
ياد هرڪو ٿو ڪري قرآن کي،
پر وظيفن سان نٿو مولئ ملي.
هو پڙهن تا جيئن اجورو ڪوملي،
جيءُ سندن جهوري انهيءَ ۾ ٿو جهجي.
نفس پنهنجي کي ڦٿو ڪر وٺ خدا،
جسم ڪر مولئ جي رستي ۾ فدا.
ٻڌ ذار سالڪ سخن منهنجو سچو،
دل ۾ ان جي عشق جو ديرو لڳو.
حال ۾ هر هڪ سخن چاٽو بجا،
حال ذاران آهي هر گفتو خطا.
ڪيفيت جاتي نہ ڪنهن هن حال جي،
آهي ساڳي ڳالهه حال ۽ قال جي.
دينداريءَ کي صفا واري ڇڏيم،
هن مسلماني کي ميساري ڇڏيم.
بس پڄي ويا زهد، علم ۽ قيل و قال،
ويو زماني تان کڄي منهنجو خيال.
آگ ۾ اڇلائي ڇڏ سارا ڪتاب،
ٻڌ "خدائي" جي حڪايت لاجواب.
عقل جان ۽ دل ۾ آهي سڀ نڳي،
غيب کان اهڙي خبر مون کي ملي.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ چا آهيان، عجب ۾ ٿو رهان.

ڪجهه ته ماضيءَ جو تصوّر دل ۾ ڪر،
پنهنجي گذريل صورتن تي ڪر نظر.
تنهنجي پيري ۽ جواني جو مثال،
چڻ ته هڪڙو خواب هو يا ڪو خيال.
خواب غفلت جو ڇڏي بيدار ٿي،
حال پنهنجي کان سچڻ هوشيار ٿي.
ڇاڻ ساريون صورتون خواب ۽ خيال،
ٻڌ ذرا ويساهه سان منهنجي مقال.
سمجهه هن صورت جي هستي کي فنا،
پاڻ کي هردم انهيءَ کان رک جدا.
جيڪي وهمي صورتون سمجهي ٿو پاڻ،
هي به تن ئي صورتن وانگر سڃاڻ.
پاڪ معنيٰ سان ڪري ڇڏ پاڻ کي،
هل سدائين تون سڌو هن راهه تي.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ ڇا آهيان، عجب ۾ ٿو رهان.

اسم ذاتي جو هميشه ذڪر ڪر،
ذڪر ۾ مشغول رهه ۽ فڪر ڪر.
ذڪر جي تمثيل آهي سؤ سپاهه،
فڪر آهي ڄڻ ته ان جو بادشاهه.
شاهه لشڪر کان سواءِ لاچار آهه،
شاهه ري لشڪر وري بيڪار آهه.
شاهه جي عزّت وڏائي ٿو سپاهه،

ياد ڪر ھي خاص نڪتو خيرخواه.
ذڪر سان ٿي پنھنجي ھستيءَ کي وسار،
جسم ڪان بيھوش رھ ليل و نھار.
ذڪر جو فرمان موليٰ تو ڪري،
تنھن ڪري ھي فرض ٻڌجي تو رھي.

ڪير آھيان، ڪير آھيان، ڪير مان،
پاڻ چا آھيان، عجب ۾ تو رھان.

آھي ڪن ٻيٽن ۾ ھڪ مشھور وڻ،
جنھن کي چندن ٿا چون سڀ اي سڄڻ! .
ان جي ڪل شاخون ۽ پن سڀ سربسر،
ھر ھميشھ ٿا رھن خوشبو ۾ تر.
ان جي پرسان ٻيا بہ آھن اي سڄڻ!،
ڪيترائي مختلف جنسن جا وڻ.
جيئن ھتي ھردم ھوائون ٿيون گھلن،
وڻ سيئي چندن جي خوشبو ٿا وٺن.
ان جي نالي ۾ سمورا ٿا اچن،
اصلي نالا تن جا گم ٿي ٿا وڃن.
ھر شجر اھڙيءَ طرح چندن ٿيو،
چڻ تہ چندن آھي چندن مان ڦٽو.
ھر شجر چندن ٿو سڏجي ھر گھڙي،
ان منجھان خوشبو اچي ٿي مشڪ جي.
آھي پر اسرار ھي وڻ ايترو،
ڪنھن بہ ان کي ناھي ظاھر ۾ ڏٺو.
جو اُتي ويندو اھو ٿيندو فنا،
سر وڃائيندو انھيءَ وڻ ۾ صفا.
حاڻ ھڪڙي ذات ھر شيءِ ۾ عيان،

هي مڪان آهي برابر لامڪان.
اگر ۾ پنهنجي هوڏ هستي کي وسار،
پوءِ بلاشڪ ڪر اناالحق جي پڪار.
خاڪ جو پتلو نہ آهي تنهنجي ذات،
تنهنجي هستي کي ڪڏهن ايندي نہ مات.
هي پراڻو پوش ٿي ويندو فنا،
تنهنجي هستي کي سدا هوندي بقا.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ ڇا آهيان، عجب ۾ تو رهان.

تو فقط هڪ دم منجهان آندا ٻہ دم،
ٻن دمن توکي ڏنا هت ڪيئي غم.
وٺ فقط هڪ دم ڇڏي ٻن جي پچر،
هٿ ڪري وٺ خاص وحدت جي خبر.
ٻن دمن مان جاڻ هڪڙو دم ڀلو،
علم هرڪنهن کي نہ آهي راز جو.
ظاهر ۽ باطن انهي جو آهي گنج،
پاڻ هڪ آهي نہ آهن چار پنج.
ڪفر ۽ ايمان ۾ ڪانهي وٿي،
آهي ساڳي ڳالهہ نيڪي ۽ بدي.
پاڻ کي نيڪي بدي کان رک جدا،
وٺ طريقت جو سڌو رستو صفا.
پاڻ کي نيڪي بدي کان پاڪ ڪر،
بس ٻنهي کي تون ملائي خاڪ ڪر.
ظاهر ۽ باطن جڏهن آهي خدا،
پوءِ ڇئو نيڪي بديءَ جو آهي ڇا؟
پاڻ کي پڪڙي وري رهندين ڪٿي،

جابجا دلدار قيرا ٿو ڪري.
مان نہ آهيان آهي ان حاڪم جو ڪم،
آهي دو عالم مٿان منهنجو قدم.
پنهنجي هستي تان ڪٽي سارو خيال،
مون ڪيو منصور جو جهندو بحال.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ چا آهيان، عجب ۾ ٿو رهان.

روز شب تون راڳ سان همراز رھ،
ساز جي آواز سان دم ساز رھ،
جي رکين ٿو عشق جي دل ۾ لغار،
ٻڌ ذرا مون ڪان جدائي جي پڪار.
راڳ جو آواز عاشق تا ٻڌن،
سوز وارا ان جي ويجهو تا وڃن.
جلد اي عاشق مزو وٺ راڳ جو،
يار پنهنجي سان وڃي ٿي ويجهڙو.
راڳ کي معراج سمجهن ٿا ولي،
روز شب ان کي ٻڌن ٿا متّقي.
غير جو هر فڪر ميٽي ٿو ڇڏي،
وسوسا ۽ وهم ريٽي ٿو ڇڏي.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ چا آهيان، عجب ۾ ٿو رهان.

وٺ سبق هي معرفت جي راھ جو،
فرق ڇڏ هادي جو ۽ گمراھ جو.
نيڪ و بد کي بحر وحدت ۾ وجهي،
ڇڏ شڪايت ۽ گلا شيطان جي.

هو ڪڏهن هادي ڪڏهن همراه آ،
راهرو هن راز کان آگاه آ.
رهنما ٻڻجي ڪڏهن پلجي پوي،
هو ڪڏهن غنچو ڪڏهن گل ٿو ٿئي.
ياد ڪر "مجنون" جي ۽ "ليليٰ" جي ڳالهه،
يا ٻڌي وٺ "وامق" ۽ "عذرا" جي ڳالهه.
اک ملي مجنون کي ليليٰ واسطي،
جنهن کي گهايو هڪ نظاري نينهن جي.
ان جي صورت جو سدا حقدار هو،
روز شب مفتون مٿس هر بار هو.
ڪجهه ڏنائين ڪين ليليٰ کان سواءِ،
جنهن جي الفت ۾ رهيو ٿي مبتلا.
راهه ۾ ان جو ڪديائين انتظار،
ان جي غم جي مئي چکيائين باربار.
غير کان مجنون وڌو منهن تي نقاب،
صرف ليليٰ کي ڏنائين بي حجاب.
راز کان آگاه ٿي اچ راهه ۾،
هڻ ٽٻي توحيد جي درياهه ۾.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ ڇا آهيان، عجب ۾ ٿو رهان.

شهر قندار ۽ هرات آڏو عيان،
آهي قلعو هڪ "قلايش" نام سان.
چو طرف قلعي جي آهي ڪوهسار،
عام سڏجي ٿو تڏهن تڪشير غار.
وقت پنهنجي ۾ عجب اسرار سان،
هن کي جوڙايو هيو نوشيروان.

ان ۾ هڪ مخفي جڳهه آهي جڙيل،
جنهن ۾ هڪ پارس پٿر آهي پيل.
چار تلوارون اُتي آهن عيان،
ان جي چوڌاري ڦرن ٿيون هر زمان.
ور وڪڙ دڳ ۾ وڃڻ آهي محال،
مون گهٽائي ڪئي اجا آهي مقال.
هر طرح سان بند ٿيا رستا پيا،
در تي تلواريون ڪليل آهن سدا.
جيڪو پارس واسطي ويندو اُتي،
پاڻ پنهنجو سر وڃائيندو اُتي.
جسم سان ڪوئي نه ٿيندو ڪارگر،
هيءَ حقيقت ٿو ٻڌايان سربسر.
جو به ويندو ان جو سر ٿيندو قلم،
ڪير تلوارين مٿان رکندو قدم.
قتل ٿي ويا هت بهادر ڪيترا،
جن ڪٽايا پير بازو ۽ مٿا.
جيڪڏهن ايندو ڪو پارس جي قريب،
پاڻ پنهنجو سر وڃائيندو غريب.
جي ڪرين حق جي طلب جو حق ادا،
ڪر انهيءَ جي راه ۾ سر کي فدا.
جان و تن سان ڪيئن ملي توکي خدا،
ڪر انهيءَ جي راه ۾ خود کي فنا.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ ڇا آهيان، عجب ۾ ٿو رهان.

آهي سڀ ڪنهن ۾ سمايل ان جي ذات،
مان ٻڌايان ٿو صفا انجون صفات.

حسن۔ ڪامل سان ڪليو هو گل مثال،
پاڻ پن پن ۾ پسائي تو جمال.
سبز ڳاڙها ۽ اڇا ڪارا هزار،
رنگ رنگي تو پسائي بي شمار.
جيڪڏهن گل جي پنن کي مهڪ بو،
صرف پاڻي تن منجهان پيدا ڪبو.
هي سيئي گل جا پتا ٿيندا فنا،
آب خوشبوءِ دار کي رهندي بقا.
ڏس زمين ۽ آسمان جي ويڪراڻ،
پاڻ ۾ ڪيئن تو سمائي يار پاڻ.
ڪيتري دلڪش ٿي ڏسجي ڪائنات،
آهي اندر توڙي ٻاهر ان جي ذات.
سير سلطاني ڪري جو ڪجھ ڏنم،
سربسر ان جو پتو سڀ کي ڏنم.
جو ڏسين ٿو سو سندس آهي جمال،
آشنا ٿي پنهنجي هستي ڪر حلال.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ ڇا آهيان، عجب ۾ ٿو رهان؟.

آهي هڪڙي ٻيٽ ۾ هڪ ڳئون عجيب،
جا ٻچي ٿي ٻڪ لڱڻ سان بدنصيب.
بحر ۾ بي خوف ماري ٿي ٽٻي،
جهٽ اچي ٿي بي بها موتي ڪڍي.
چنڊ جيئن چمڪاٽ موتي ٿو ڪري،
هوءَ تڏهين ٿي چاھ مان چارو چري.
دور اونداهي کي موتي ٿو ڪري،
روشني ۾ جابجا هوءَ ٿي چري.

اوچتو موتي جا طالب تا اچن،
ان مٿان پردو مٿي جو تا وجهن.
روشني بدران ٿي اونداهي ٿئي،
بدحواسي ۾ ٿي هوءَ ڊوڙي ڊڪي.
سخت حيران ٿئي ٿي موتيءَ واسطي،
غور ڪر اي راهرو هن ڳالهه تي.
آهي ناداني سڄي ڳئون جي عيان،
جا مٿي ڪان ڀئي طرف ٿئي ٿي روان.
خود مٿي ڪي ڪين جاچي ٿي ڏسي،
خاص موتي جنهن ۾ مخفي ٿو رهي.
بحر ۾ ٻيهر اچي ڏئي ٿي ٽپو،
ان منجهان آئي ٿي هڪ موتي ٻيو.
غور سان ٻڌ هي قصو ڪر ڪجھ خيال،
بي خبر ٻڌجين مٿان ڳئون جي مثال.
خاڪ جو پتلو پري ڪر سربسر،
شاه شاهن جو صفا ايندئي نظر.
هي مٽي جو بت پري ڪر پاڻ کان،
بي بها گل هٿ ڪري وٺ ان منجهان.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ چا آهيان، عجب ۾ ٿو رهان.

دم خدائي جو هڻان ٿو مان ڪڏهن،
گڏ گدائي سان رهان ٿو مان ڪڏهن.
جسم سان آهيان ته ٻڄان ٿو گدا،
پاڻ ۾ ناهيان ته آهيان خود خدا.
ان گهڙي پرواز اعليٰ ٿو ڪريان،
پنهنجي سر کي پاڻ بالا ٿو ڪريان.

مان نہ آهيان آهي ان جي ذات پاڪ،
جا ڪري ٿي وسوسا ۽ وهم خاڪ.
گم ٿيا سڀ روز شب ارض و سما،
اصل توڙي نسل جا نالا ويا.
ڇا مصلو ڇا جٽيو توڙي ڪتاب،
گم ٿيو ڏوهن ثوابن جو حساب.
شڪ عقيدا خوف بالڪل دور ٿيا،
دين، ايمان، ڪفر سڀ ڪافور ٿيا.
غم خوشي ۽ جان و تن سارا ويا،
ذڪر جا ۽ فڪر جا وارا ويا.
دور ٿيا هر ريت سجدا ۽ سلام،
ختم ٿي ساري عبادت صبح شام.
رد رياڪاري جا سڀ رستا ٿيا،
لڙ لٿا لاهي ۽ چاڙهي جا صفا.
گم ٿيا اوري پري هجر ۽ وصال،
ناهي هت ڪنهن جو تصوّر يا خيال.
ڪوبہ قلبي يا زباني ذڪر ناهہ،
هت عبادت ۽ سخا جو فڪر ناهہ.
ناهي مسجد ۽ مڙهي جو ڪو نظام،
رد وظيفا، رد جماعت، رد امام.
برج سڀ سج چنڊ تارا ٿيا تمام،
ناهي ايرڻ ۽ لهڻ جو انتظام.
گم ٿيا ڪشف ۽ ڪرامت جا قصا،
ڪين هت آهن حڪومت جا قصا.
ناهي ڪوئي جو ڪري ڪنهن جو سلام،
گم ٿيو نيڪي بدي جو انتظام.
حج زيارت جي غنيمت دور ٿي،
عقل ۽ تدبير جي هستي چٽي.

پنهنجي هستي کان جڏهن پاسو ڪيم،
اندر ۽ ٻاهر سمورو حق ڏٺم.
هو ڪڏهن ناسوت مان ملڪوت ٿيو،
هو ڪڏهن جبروت مان لاهوت ٿيو.
عشق ۾ پرواز مون ايڏو ڪيو،
راز محرم ناهي ڪو هن حال جو.
ڪم نه ايندو علم جو چرچو هتي،
ناهي ڪو بازار جو سودو هتي.
علم سان عالم جو ٿيندو احترام،
پير ڪوٺيندا انهيءَ کي خاص و عام.
تون اگر موليٰ جو طالب ٿي پوين،
پاڻ تسخيرات کان پاسو ڪرين.
عشق جي تلوار کڻ ۽ مرد ٿي،
مرد ٿي، پر درد ٿي ۽ فرد ٿي.
آهي شيخي چا بزرگي رهزني،
هي نڳي جا ناه ناهي ٿي خودي.
هي طريقو آهي ڏاڍو پر خطر،
بيخبر هن راهه کان رهه باخبر.
نور مرسل جو ڪيو موليٰ عيان،
معرفت جا بحر نڪتا جنهن منجهان.
جنهن به ٽوٻي بحر ۾ ماري ٽٻي،
سو اتان هرگز نه ٿيو واپس وري.
بحر گوهر ۽ شناور گم ٿيا،
حال جي مستي پسايو هي لقا.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ چا آهيان، عجب ۾ تو رهان.

صوف جو وڻ صوف پيدا ٿو ڪري،
انب سان ئي انب جو وڻ ٿو ڦري.
ٻن کي بيشڪ نامر هڪڙو ٿو ڏجي،
هن کي ميوو هن کي وڻ ٿو ڄاڻجي.
آهي ساڳي ڳالهه آدمر ۽ خدا،
سمجهه ”الانسان سرّي“ کي صفا.
پر نرالو آهي ميوي جو سواد،
ڪاٺ پن تاري ۾ ناهي ڪو سواد.
وڻ ۾ ناهي شاخ ميوي کان جدا،
آهي ميوو شاخ سان محڪمر سدا.
ڇڏ فنا جو ماڳ ماڻي وٺ بقا،
مڃ نصيحت منهنجي، پس پنهنجو لقا.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ ڇا آهيان، عجب ۾ ٿو رهان.

مرد آهين تون ته واري ڇڏ حساب،
حج زڪواتن سان نه ٿيندين ڪامياب.
عبد ٻڌجڻ جي عيوض عارف ٿجي،
عبد واري وهمر کان واقف ٿجي.
هو نتا ڄاڻن ته ڇاهي ”يعرفون“،
تنهن ڪري زاهد چون ٿا ”يعبدون“.
عبد جي معنيٰ تي پردو ٿا وجهن،
معرفت کي ڪين سمجهي ٿا سگهن.
پاڻ ۾ رهجي ته چئجي ”يعبدون“،
پاڻ کان ٻاهر ٿي پڙهجي ”يعرفون“.

ڪير آهيان، ڪير آهيان، ڪير مان،
پاڻ ڇا آهيان، عجب ۾ تو رهان.

استقامت "اهدنا" جو راز آهه،
بينيازي جو اهو آواز آهه.
"اِهدنا" جو راز سمجهايو علي،
جنهن سڄي دنيا تي بخشي روشني.
اگ ۾ پڻ پنهنجو هيو اعليٰ خيال،
بينيازي ۾ ٿيو بالا خيال.
مان ٻهاريدار موليٰ جو غلام،
نوڪري ڏيندو رهان تو صبح شام.
مصطفيٰ جي در جو سگ ٿجي رهيس،
جان و دل سان ان جو طالب ٿي رهيس.
مان ڪمينو ڪير جو دعوا ڪيان،
ڪيئن انهيءَ جي دوستي جو دم هڻان.
يا خدا درگاه ۾ مون کي رساءِ،
ان جي ادنيٰ خادمن سان گڏ رهاءِ.
مصطفيٰ ۽ مرتضيٰ جو مان غلام،
آل- اطهر تي پڙهان تو سئو سلام.
مان نبي جي آل تان قربان ٿيس،
ان جي قرباني منجهان سلطان ٿيس.
شاهه جي گهوڙي جي پيرن جي مٽي،
شل پوي منهنجي لڱن تي هر گهڙي.
عشق آهي مصطفيٰ جي اسم سان،
مرتضيٰ جي نام تان صدقو وڃان.
پاڻ فرمايو محمد مصطفيٰ،
آهي بربادي محبت کانسوا.

راز وحدت جو پڌايائون صفا،
مون گدا کي بادشاهي تي عطا.
مهر ڪئي مون تي رسولن جي امام،
عاشقن جي صف ۾ آيو منهنجو نام.
دم نہ هڻ هستي جو، سوچي ڪڻ قدم،
ياد ڪر موليٰ کي بيشڪ دمبدم.
غير جو هر وهم دل تان دور ڪر،
مشورو منهنجو اهو منظور ڪر.
پنهنجي آڏو غير کي هرگز نہ آڻ،
ماسوا ڇڏ حق جي هستي کي سڃاڻ.
رک پتو ويساهہ سان هن راز جو،
جيئن وٺين هردوجهان جو فائدو.
خود ڪيائون مهر جي مون تي نگاهہ،
حق بنا هر شئي جي هستي تي تباهہ.
هي "خدائي" تيو غلامن جو غلام،
رازنامو ختم تي ويو، والسّلام.

# گداز نامو

جا بجا موجود آهي هڪ خدا،
سربسر مشهور آهي هڪ خدا.

هر جڳهه تي آهي هو جلوه نما،
ظاهر و باطن سندس آهي لقا.

ان جو نورِ آهن زمين و آسمان،
پاڻ ذاڪر آهي پنهنجي ذڪر سان.

ڪائنات اندر خدا جيِ آهه ذات،
پيون سيئي ان ذات جون آهن صفات.

پاڻ ظاهر ۾ تي آيو مصطفيٰ،
پر حقيقت ۾ اهو آهي خدا.

پاڻ تي وينو شريعت جو ڏٽي،
خودبخود قرآن ڪي آيو ڪٽي.

هڪ محمد ۽ خدا ڪي ڄاڻجي،
هن عقيدي ۾ نه ڪو شڪ آڻجي.

چپ چپاتي يار جو ديدار ٿيو،
منهنجي آڏو گنج معنيٰ جو کليو.

هڪ اتل آئي انهيءَ درياهه مان،
جنهن منجهان اسرار ظاهر ٿو ڪيان.

گفتگو منهنجي نه آهي ان جي آهه،
جستجو منهنجي نه آهي ان جي آهه.

هن ڪتابت جي ڪيان ٿو ابتدا،
جان و دل محبوب تان آهن فدا.

هن جو نالو ٿو رکان نامئه گداز،
جسم و جان ڳاري ٿو ان نامي جو راز.

برف آڌو منهن ڪڍي ٿو آفتاب،
سا ڳري پاڻي ٿي بڻجي پئي شتاب.

اصل پاڻي هو، اهوئي برف ٿيو،
برف مان پاڻي بڻيو جو تو ڏٺو.

برف هئي جيتر منجهس هستي رهي،
پنهنجي هستي کي وڃائي اصل ٿي.

ان ڳرڻ ڪان پوءِ نرالا ڪم ڪيا،
فيض ان جي سان سوين سبزا ٿيا.

هو ڪڏهن پاڻي، ڪڏهن ٿو برف ٿئي،
اصل مان پيدا ٿو هرهڪ ظرف ٿئي.

چند پاڻي آهي نوڪر جي مثال،
آب جاري آهي رهبر جي مثال.

برف ۽ پاڻي جو ھڪڙو آھي حال،
جيئن قمر ۽ بدر جو آھي مثال.

راه موليٰ ۾ فنا ڪر جسم و جان،
پن جھانن ۾ ملي جيئن توکي مان.

آھي بيشڪ عاشقن جو ڪم جلڻ،
پنھنجي ھستي کي جلائي چڏ سجڻ.

ري جلڻ جي ڪين ملندين يار سان،
ري جلڻ جي ڪين ٿبين رازدان.

آب کان نڪري حباب آھي ٻٽيو،
آب ۾ آيو تہ آب آھي ٻٽيو.

بحر ۾ آيو حباب ۽ لھر ٿيو،
لھر مان ساڳيو ڦري ۽ بحر ٿيو.

جي مٿو ٻاھر ڪندو ٿبو حباب،
بحر ۾ ھوندو تہ رھندو فيضياب.

نوڪر ۽ آقا جو فرق آھي اھو،
ڪول عبرت جون اکيون ڪر غور ڪو.

غرق ٿي توحيد جي درياه ۾،
جيئن رسين الله جي درگاه ۾.

عشق جي آڙاھ ۾ خود کي جلاءِ،
ٿي چڙي مان باز، پنھنجا پر ھلاءِ.

جيڪڏهن ڪجهه لوڻ پاڻيءَ ۾ پوي،
سو ڳرڻ کان پوءِ ڏس ڇا ٿو ٿئي.

جي وجي ٿي لوڻ جي هستي مري،
خود بخود پاڻي ٿو بڻجي ان گهڙي.

عبد جي معبود سان گڏجي وڃي،
غير کان آجو ٿي حق بڻجي وڃي.

جيئن سهاڳو ڄاڻ مرشد جي نظر،
جنهن ۾ حق جو فيض آهي سربسر.

تنهنجي هستي آهي چانديءَ جي مثال،
عشق ۾ آهي سهاڳي جو ڪمال.

جو خدا جي راه ۾ ٿئي ٿو فنا،
سو فنا مان ٿو ڪري حاصل بقا.

اي سڄڻ، هن خاڪ جي پتلي کي ڳار،
عاجزي ڇڏ، بي نيازي ۾ گذار.

مرد هڪڙي کي پلو گهوڙو هيو،
جنهن کي هو پاڻي پيارڻ تي ويو.

جيئن جو دريا جي ڪناري تي پهچو،
وهٽ کي پاڻي پياري خوش ٿيو.

اوچتو گهوڙي کي لوڙهي لهر وئي،
مرد جي دنيا تي ساري زهر وئي.

غرق ٿيو دريا ۾ گهوڙو بيگمان،
وائڙو مالڪ ٿيو هن حال کان.

پاڻ کي درياه ۾ اڇليائين ڪٽي،
جيئن ڪڍي گهوڙي کي پنهنجا هٿ هٽي.

پر نہ گهوڙي کي پڳو، بيوس ٿيو،
خوب غوطا کائي، خود واپس ٿيو.

ويڙهجي لهرن ۾ ويچارو ويو،
هاءِ پنهنجي حال کان بي حال ٿيو.

نيٺ غوطن ۾ سندس اک وئي کلي،
اوچتو هن هڪ پٿر جي پٽ ڏٺي.

پٽ سموري سخت هئي قلعي مثال،
ان منجهان ڪنهن جو بہ نڪرڻ هو محال.

ڪين نڪتو پٽ منجهان مجبور ٿيو،
جسم ان جو ويو ڳري وهلور ٿيو.

ان جو سارو جسم پاڻي تي پيو،
موج دريا ۾ وري مارڻ لڳو.

ڪجھ ڏهاڙا هو رهيو هن حال سان،
آب شيرين عام تي پيتو اتان.

تن بدن ان جو ڳري ۽ پاه ٿيو،
سرفرازي کان تڏهن آگاه ٿيو.

آب جاري ٿيو انهيءَ ديوار مان،
جسم پيو پيدا ٿيو ان جاءِ تان.

نام ٿي ويس "بادشاهہ عارفين"،
سڀ سڏين پيا ان کي شاهہ عاشقين".

اي سڄڻ هن راز کان آگاهہ ٿي،
عبد جو اولو ڇڏي الله ٿي.

فڪر سان حاصل سمورو حال ڪر،
دور ساري غير واري قال ڪر.

پنهنجي ساري جانِ حاصل ڪر صفا،
ڪير آهين، تنهنجي هستي آهي ڇا؟

جسم جي چولي کي ڦاڙي دور ڪر،
پاڻَ کي تون هوبهو منصور ڪر.

عاشقن جو شاهہ سو منصور هو،
عارفن، جنهن کي ڪيو منظور هو.

عشق جي سوليءَ مٿان هسوار ٿيو،
عاشقن جي صف منجهان نروار ٿيو.

جنهن سمورا سير سلطاني ڪري،
ٻاهر آندو عشق جي تلوار کي.

اُت هيا عارف بمع شبلي جُنيد،
ٿيا سيئي حيران، پاتائون نہ پيد.

شيردل آئي وڏا واڪا ڪيا،
شاهه آڏو سپ سپاهي تي لڳا.

عاشقن جي راهه ۾ هن سر ڏنو،
پنهنجي جسم ۽ جان کان آجو ٿيو.

خاڪ واري جسم کان هو پاڪ ٿيو،
آسمانن تي انهيءَ جو تاڪ ٿيو.

توڙ هستي کي رکي پنهنجي شناس،
لاهه لحظي ۾ هي پانهپ جو لباس.

پير هينئان هي سيئي عضوا ستي،
رک قدم پنهنجا بقا جي ملڪ تي.

صاف دل ٿي، پاڪ رک پنهنجي نظر،
يار کي ڏس، غير کان دل دور ڪر.

ديد پنهنجي ديد ان جي سان ملاءِ،
دل ۾ ويهي پور دلبر جا پچاءِ.

هي زمين ۽ آسمان ويا ميٽجي،
بيخودي سالڪ کي هن مستي ڏني.

ڪر عدم جي بن ۾ هستي کي فنا،
جيئن فنا کان پوءِ حاصل ٿئي بقا.

ڪيئن ٿين ڪاغذ ۽ پاڻي ٻئي ڪنا،
هي ڳري ۽ هو ڪري هن کي فنا.

ڪر انھيءَ ڪاغذ کي پاٽي ۾ تباھ،
پاڻ تان ھن جان ۽ تن جو بار لاھ.

بت بٽيو ڪاغذ ۽ پاٽي ذات- حق،
پير عبدالحق پڙھايو ھي سبق.

عام رب جي راھ روزو ۽ نماز،
خاص ڪن ٿا جان ۽ تن کي گداز.

جان ڳارڻ کان سوا ڇا حاصلات؟،
جان ڳارڻ سان ملي ٿي حق جي ذات.

اي سجڻ ھن راھ ۾ ٿي وڃ فنا،
ڇڏ بلندي کي ۽ پستي کي صفا.

درحقيقت آھي ڪائو جسم جو،
روح جنھن ۾ آھي نوراني ڏيو.

ھي ڏيو ڪائي ۾ مخفي ٿو رھي،
پيچ اھو ڪائو ته سارو غم وڃي.

ٿي وڃي ظاھر ھي روحاني ڏيو،
دور ٿئي سارو ھي جسماني ڏيو.

غور ڪر ۽ جاڻ ھرھڪ رمز کي،
ڪو تصور شاھ جي ھستي ڇڏي.

"عبده" جو قول آھي شاھ جو،
عام ماڻھن واسطي آھي اھو.

شاه بيشڪ پاڻ کي ٻانهو سڏي،
پر اسان ڄاڻون ٿا ان جي شان کي.

ٻئي کي ٻانهي جي سڏڻ جي ڇا مجال،
آهي بيشڪ شاه اعظم باڪمال.

عارفن سمجهو محمد کي خدا،
ان جي خدمت ۾ ڪندا سڀ ڪجھ فدا.

جي پکي آني جي اندر ٿو رهي،
سو هوا ۾ ڪٿ اڏامي ٿو سگهي.

بعد مدت جي اهو آنو ڀڃي،
پر هٽي پنهنجا اڏامي ٿو پکي.

ڪيئن اڏامي ٿو هوا ۾ شاد ٿي،
جيئن وڃي ٿو قيد کان آزاد ٿي.

هر گهڙي جهڙي طرف ڏي ٿئي تيار،
پل اڏامي، ان جو آهي اختيار.

ان جو آني ۾ ڪٿي پرواز هو،
ڪٿ سندس سر سوز ۽ آواز هو.

اي سڄڻ، هن جسم جي آني کي ڀڄ،
عرش اعليٰ تي اڏامي جلد وڃ.

مرغ آهين پاڻ کي آنو نہ ڄاڻ،
ڪر يقين ۽ پاڻ کي جلدي سڃاڻ.

بي خبر بڻجين ته آنو تي رهين،
مرغ بڻجين جي خبر پنهنجي لهين.

مرغ آهين تون جڏهن لاهوت جو،
تو اچي هت آشيانو ڪيئن ڪيو؟

عرش اعليٰ جي مٿان پرواز ڪر،
آشياني ۾ وڃي آواز ڪر.

ڇو وسارين تو بلندي جو مڪان،
ڪيئن وٺيو توڪي هي پستي جو مڪان.

هڪ جڳهه جنهن کي همالہ تا چون،
جت پهچڻ انسان جو آهي ڪٺن.

ات هميشه برف ايڏي تي وسي،
جو نٿو ان جاءِ تي هرڪو رسي.

جو هجي طالب اهو بيشڪ وڃي،
اڳ ۾ ليڪن ڪوٺ هستي جو پڄي.

پنهنجي هستي جا ڪڍي ڏاڍا ڇڏي،
عشق جي آئين تي پختو رهي.

پاڻ تئي دنيا ۾ اهڙو پاڪباز،
ٻن جهانن کان رهي جيئن بي نياز.

هڪ تکو گهڙو ڪڍي ٻڌجي سوار،
ٿيو همالہ جي طرف طالب تيار.

زان هيئان پنهنجي گهوڙي کي رکي،
ويو گهڙيءَ ۾ برف جي پاسي وڏي.

برف جي دريا ۾ آيو سربسر،
برف ڏاران کين ڪجهه آيس نظر.

جسم ڳاري جان جاني سان گڏي،
ويو ڳري گهوڙي سميت ان جاءِ تي.

فضل ڪر بندي مٿان، بنده نواز،
پنهنجي پيارن جي طفيل، اي ڪارساز.

عاشقن جي صف ۾ شامل رک سدا،
ماسويٰ کان بي نيازي ڪر عطا.

اي سڄڻ، هي راهه آهي پر خطر،
پير ۽ سر کان سوا ٿيندو سفر.

هٿ اچي ۽ جسم کي فاني ڪجي،
پوءِ حاصل راز روحاني ڪجي.

ڏس سپيءَ ۾ پنهنجو گهر موتي ڪيو،
پنهنجي جوهر کي منجهس مخفي ڪيو.

پيج سپي ۽ هٿ ۾ ڪر موتي اهو،
جلد ٻڌجي ويهه واپاري وڏو.

هي سپي موتي ڇپائي ٿي ڇڏي،
پنهنجي هٿ سان ڪر اهو پردو پري.

بي بها موتي جو ملهہ آهي اٿاھہ،
هٿ اچي توکي تہ بڻجين بادشاھہ.

جسم تنهنجو پڻ سپي وانگر ٿيو،
توڙ ان کي فيض حاصل کر سگهو.

کيئن ملي موتي سپي توڙڻ بنا،
پاڻ کي دوئي جا پردا تو ڏنا.

ڇڏ هي فاني جسم، ماٺي وٺ بقا،
پنهنجي هستي کي وساري ڇڏ صفا.

کيئن تو هستي ساڻ حاصل ٿئي خدا،
ڇڏ اها هستي تہ هو ناهي جدا.

کر خدا جي راھہ ۾ خود کي تباھ،
ويهہ بڻجي دوجهان جو بادشاھ.

جسم جي هرڪار کي بيڪار ڄاڻ،
عاشقن کي صرف سوليءَ تي سڃاڻ.

خاڪ جي ڪوزي ۾ پاڻي تو رهي،
کيئن ٿئي ظاهر نہ جي ڪوزو پڇي.

آب آهين پاڻ کي ڪوزو نہ ڄاڻ،
پيچ اهو ڪوزو حقيقت کي سڃاڻ.

جسم ڪوزو آهي، پاڻي پاڪ ذات،
ذات کي مخفي رکيو آهي صفات.

پاڻ کي ڪوزو بنائي تو ڇڏيو،
خاڪ ۾ خود کي ملائي تو ڇڏيو.

آب آهين تون نڪر خود کي نہ ڄاڻ،
آفتاب آهين، ڪڪر خود کي نہ ڄاڻ.

اگ ۾ جيڪو آب جاري تو رهي،
سو ڦري ازخود ڳڙو تي تو پوي.

جي ڳڙي کي تي لڳي ڪوسي هوا،
جهٽ ڳري ۽ آب بڻجي تو صفا.

اگ ۾ توڙي پوءِ پاڻي تو رهي،
ڪا گهڙي ساعت هو صورت تو مٽي.

اي سڄڻ، ڪر جسم فاني کي فنا،
جيئن حقيقي ذات سان ماڻين بقا.

پيچ ڪٽي هن جسم واري ڪوٽ کي،
شاھ بڻجي وڃ ڇڏي هن اوٽ کي.

شيخ جامي جيئن ڏنو اسرار کي،
جهٽ ڪيائين بند هر گفتار کي.

اگ لکيائين تي ڪتابن جا ڪتاب،
پر تيس هاڻي سمورا بند باب.

هن ڪتابن سان صفا ناتو ڇنو،
ويو لڙهي پاڻي ۾ ان جو هر پنو.

شيخ کي حاصل تي حق جي آگهي،
هن صفا دنيا جي هر لذت ڇڏي.

پيو پٽو ان کي جڏهن الله جو،
ٿيو وڃي طالب عبيدالله جو.

ان جي ذات آهي ڪبي توڙي سڄي،
هوئي آهي عرش تي ڇا فرش تي.

عزم سان ڏس ڪوهه ڪيئن ٿو ڪوٽجي،
اڻ ڏٺل پاڻيءَ کي ٿو ظاهر ڪجي.

اڳ ۾ ڪڍجي ٿو مٽي کي سربسر،
پوءِ پاڻي ٿو اچي سڀ کي نظر.

ان طرح سان غير تي آڻي يقين،
آب حاصل ٿو ڪجي کوٽي زمين.

ڪر پري پردو مٽيءَ جو ڏس خدا،
جسم جي اولي کي لاهي پس لقا.

ڦاڙ چادر کي ۽ ٿي وڃ بي حجاب،
ابر ۾ آهي لڪل هي آفتاب.

ڇڏ انهيءَ هستيءَ، کي حاصل ڪر خدا،
پاڻ سان هر وقت واصل ڪر خدا.

پاڻ کان ڪر دور هي ڪاري بلا،
شهوت ۽ حرص و هوس واري بلا.

جلد ماري ڇڏ ھي شھوت جي بلا،
تون متان ٿئين ھن بلا ۾ مبتلا.

ڪيئن ھوا ۾ تو ھوا ڪافور ٿئي،
جسم ڪافوري ٿو جھٽ پٽ دور ٿئي.

ڪيئن ھوا سان ھيڪڙائي ٿو رکي،
اي سڄڻ! تون ڄاڻ ھن اسرار کي.

ذات ٻڻجڻ سان وڃن ٿيون سڀ صفات،
جسم ڪان آجو ڪري ٿي جڳ ۾ ذات.

مان نٿو کولي ٻڌايان ھي بيان،
ڇو تہ ھت مجبور ٻڻجي ٿي زبان.

مچ نہ مچ، منھنجو سخن آھي اھو،
مان ٻڌائي ٿو ڇڏيان رستو سڌو.

دينداريءَ ۾ ھيس سالن جا سال،
ھو سدا تسبيح ۾ منھنجو خيال.

سر وظيفن ۾ کپائيندو رھيس،
من کي مسجد سان ملائيندو رھس.

زھد تقويٰ ۾ ھيس شام و سحر،
سوزِ غم جي ڪين ھئي مون کي خبر.

بندگي حق جي ڪيم سالن جا سال،
ڪين ھو منھنجو رياضت ۾ مثال.

مون ڪيو تي ذڪر اثباتي مدام،
آفرين هرڪنهن ڪئي تي صبح و شام.

نيڻ ورتم پير عبدالحق جو در،
جت ڪيم نيڪي بدي کي درگذر.

بحر وحدت ۾ هٽايائين تپي،
پوءِ بخشيائين هيءَ دولت درد جي.

مون تي ايڏي عشق جي امداد ٿي،
دل جو ويرانو ويو آباد ٿي.

دينداري جو تڏو پٽجي ويو،
مذهبن سان واسطو مٽجي ويو.

هي مسلماني ڪٿي ۽ مان ڪٿي،
يار جو حسن آهي هر هڪ جاءِ تي.

هر طرح هستي جي سامان کي ڇڏيم،
ڪفر توڙي دين و ايمان کي ڇڏيم.

دل اللهي عشق سان معمور ٿي،
غير جو سودا ويو ڪافور ٿي.

خاڪ جي پتلي جي هستي ٿي فنا،
عشق سان هر چيز اڏري وئي صفا.

عشق جو مهراڻ موجون تو هٽي،
ان جي آڏو ڪير پنهنجو سر ڪٽي.

موج خوني آهي بيشڪ بي پناهہ
ڪير سر ڪوڙو ڪري ٿيندو تباهہ.

رت ۾ رڳجي تيز پاڻي ٿو رهي،
پنهنجي خوني وهڪرن سان ٿو وهي.

مون ڪي ان مهراڻ ۾ مرشد وڌو،
غم لٿو نيڪي، بدي ۽ جان جو.

جسم جو پاندبو توجهہ سان پڳو،
هن ٿيڻ سان جو هيو سو هو ٿيو.

ڪنهن ڪي ناهي منهنجي حالت جي خبر،
ٿيا فنا اعمال منهنجا سربسر.

مون ڪي فرمايو هي منهنجي پيشوا،
پير عبدالحق حقيقي رهنما.

هن مٽيءَ جي مٽ کي پيرن ۾ ڪري،
هٿ ڪري وٺ جلد حق جي ذات کي.

خاڪ جي پتلي کي اڳ ۾ ڏي ڌڪو،
"مان اسان" وارو حجاب آهي وڏو.

هڪ ٿي ويندا پاڻ ۾ ذات ۽ صفات،
دور ڪر هر وهم کي ڪر چپ چپات.

آفتاب ۽ روشنيءَ کي ڄاڻ هڪ،
پنهنجو جلوو ٿا پسائين پاڻ هڪ.

جيڪو موجود آهي سو نابود ڪر،
جيڪو نابود آهي سو موجود ڪر.

پاڻ ماري پاڻ کي موجود ڪر،
هوڏ هستيءَ جو هجڻ نابود ڪر.

هن فنا مان جلد حاصل ڪر بقا،
وٺ مزو هن مئي جو پس پنهنجو لقا.

مهربانيون پير جون کهڙيون لڪان،
جنهن ڪيا ايڏا ڪرم منهنجي مٿان.

جڳ ۾ اهڙو ڪير ٻئجي تو سگهي،
لامڪان تي جو رسائي تو چڏي.

جسم و جان و دين و دل کي هٿ چڏي،
خاڪبازي ڪان مٿي ڪر پاڻ کي.

لامڪان تائين وڃي پرواز ڪر،
جيئن پوي هر راز جي توکي خبر.

خاڪ جي هستي کي جلدي دور ڪر،
پاڻ پنهنجو نور سان معمور ڪر.

رک مٿي مخلوق ڪان پنهنجو خيال،
عرش و ڪرسيءَ کي ڪري چڏ پائمال.

دار تي منصور جيئن هسوار تي،
دم اناالحق جو هٽي نروار تي.

جابجا تون ئي ٿو ڏسجين سربسر،
تن بدن واري ﭘـيائي دور ڪر.

تون ئي تون آهين اڪين آڏو سدا،
پاڻ کي ڏس، دور ڪر دوئي صفا.

ڄاڻ صورت ڪان سواءِ پنهنجو جمال،
پاڻ جيئن حاصل ڪرين پنهنجو ڪمال.

ڇڏ وڃائي پنهنجي هستيءَ جو وبال،
رک نظر ۾ صرف پنهنجو ئي خيال.

پاڻ کي پنهنجي نظر ۾ محو ڪر،
جيئن ڏسين درگاه رب جي سربسر.

پٽ وري دل جي نگاهن جي دري،
ماڻ ويهي دوجهان جي سروري.

جسم کي گم ڪر نگاهن کي سڃاڻ،
عقل ۾ ايندي نہ هن معنيٰ جي ڄاڻ.

گم ڪري ڇڏ خاڪ جي پتلي جو گوڙ،
بحر وحدت جي ۾ ان کي جلد ٻوڙ.

تنهنجي اندر جي اکين ۾ هرزمان،
نور جو هڪ بحر آهي بيڪران.

پاڻ کي هن بحر ۾ داخل ڪري،
ڪر فنا هن خاڪ واري جسم کي.

تنهنجي هستي آهي خيمو خاڪ جو،
تون انهيءَ خيمي کي ڦاڙي ڪر ڦٽو.

آهي ان خيمي جي اندر حق جي ذات،
ڏس انهيءَ کي ڪر مٿيءَ جي مٽ کي مات.

ڪر يقين ٻيو ناهي هو توکان سوا،
پاڻ کي ڄاڻي سڃاڻي پس لقا.

تون ڪڏهن اڏرين ٿو هرهڪ عرش تي،
پر ڪڏهن ڦيرا ڏئين ٿو فرش تي.

تون گداگر، بادشاهه ۽ تون وزير،
تون ئي دربان، تون ئي ٻڌجين ٿو امير.

جو ڪجهه آهي، تون ئي آهين جابجا،
وچ ۾ آهي ڪين ٻيو تو کان سوا.

جيئن جو پنهنجا پر هلائي ٿو خيال،
لامڪان تائين پڄائي ٿو خيال.

آهي موجان موج هردم بحر ۾،
سربسر سالڪ لڙهي ٿو لهر ۾.

زور سان هڪ موج ٻاهر ٿي ڪڍيس،
ٻي ٿڦڙ ماري تري ۾ ٿي هنيس.

هو ڪڏهن اندر ڪڏهن ٻاهر وڃي،
جهٽ لڙهي لهرين ۾ ان جو سر وڃي.

بحر سارو نور جو آڙاهہ آهہ،
ڪير ويندو جنهن ڪي پيارو ساهہ آهہ.

جو وڃي ويجهو وڃائي پنهنجو ساهہ،
جان پنهنجيءَ کي جلائي ٿئي تباهہ.

بحرِ اعظم جو عجب آهي لقا،
ان کي ناهي ابتدا ۽ انتها.

بحرِ اعظم آهي بيشڪ بي ڪنار،
ڪين ٿيندو ان جي موجن جو شمار.

ان جي موجن ۾ جڏهن پهتو خيال،
موج سان ٿي موج ويو منهنجو خيال.

ان خيالي موج جو آهي لقا،
جيڪا پاڻي ٿي وهي ٿي جابجا.

منهنجي اهڙي گردش احوال آهہ،
حال کان ٻاهر هي منهنجو حال آهہ.

هن طرح ظاهر ڪيان ٿو حال ڪي،
جيئن پڇاڙي جو پتو جڳ کي پوي.

ناهي ٻيو ڪجهہ بحرِ اعظم کان سواءِ،
موج ۾ هڪ موج آٿي ٿي صفا.

بحر جي موجن جي طغياني ڏٺم،
موج ٻڏجي خود پريشاني ڏٺم.

هت مزو ۽ معرفت آهن مدام،
جسم جو ۽ جان جو ناهي مقام.

ڪير آهي معرفت جي عيش سان،
ڪنهن کي طاقت ناهي جو کولي زبان.

هر گهڙي حيرت ۾ حيران ٿو رهان،
لامڪان جو مرغ بڻجي ٿو اڏان.

خاڪ جي پيري منجهان نڪتس مگر،
مان انهيءَ حيرت ۾ آهيان سربسر.

مون اشارن ۾ گهڻو ظاهر ڪيو،
پر نه سيڪو راز کي سمجهي سگهيو.

مون کي مرشد راهه ڏيکاري چڏي،
دل وٺي سيني خيالن تان ڪڇي.

منهنجو مرشد ٿو درازن ۾ رهي،
پير عبدالحق هدايت ٿو ڪري.

هي "خدائي دم غلامي جو پري،
ان جي در جي خاڪ سرمو ٿو ڪري.

چو نه چشمن سان پهاريان بارگاهه،
مان سندس خادم، هو منهنجو بادشاهه.

پنهنجي هادي جي حڪايت چا ڪيان،
ٿي نه سگهندو ان جي وصفن جو بيان.

وڻ قلم ۽ بحر مس بڻجي پون،
پير منهنجي جي صفت پوري نہ ڪن.

ختم ٿي ويو خير سان نامئہ گذار،
درد وارن لاءِ ٿيندو دلنواز.

هٿ قلم جو سِر صفا ڪٽجي ويو،
جو لکڻ ۾ آيو سو لکجي ويو.

# عشقنامو

عشق مان آدم خدا پيدا ڪيو،
ان کي مخلوقات ۾ اعليٰ ڪيو.

پنهنجي مخفي راز جون رمزون رکي،
ان ۾ سونپيائين امانت عشق جي.

گهر وٺي دنيا ۾ هو آباد ٿيو،
انت ۾ بي انت آيو، شاد ٿيو.

سچ سراسر آهي جيڪي ٿو چوان،
ڳجھ ڳجھاندر ڳالھ ظاهر ٿو ڪيان.

آدمي ناهي اهو الله آهي،
جابجا موجود شاهنشاهه آهه.

پاڻ خلقي سڀ جو مظهر پاڻ ٿيو،
دور دوئي کي ڪري ڏس، ناهي ٻيو.

جوڙ جوڙي پاڻ هر شئي ٿيو خدا،
ان کي ٻيو ڄاڻڻ خطا آهي خطا.

پاڻ خالق پوش انساني ڍڪي،
آدمي جي نام سان آيو هتي.

گودڙي ۾ لعل آيو هٿ لکي،
جوش کائي مئي صراحي ۾ پئي.

جو ڪجهه آهي سو اهو آهي هتي،
ظاهر ۽ باطن پيو ناهي هتي.

دوجهان جي مِير يعني مصطفيٰ،
سربسر اسرار جنهن ظاهر ڪيا.

سو محمد ۽ احد هڪ ڄاڻ پڪ،
هڪ ٿيا سي هڪ ٿيا، آڻج نه شڪ.

جنهن ڪيا اسرار ظاهر بيشمار،
جنهن "انا احمد" چيو ٿي بار بار.

سو محمد ۽ علي بئي هڪ ٿيا،
شڪ نه آڻج هن عقيدي ۾ صفا.

"عشقنامو" نام ٿيو هن نظم جو،
هن قلم کي حڪم رحماني ٿيو.

چند بيتن ۾ ٿيو پورو ڪلام،
تنهنجي ڪاغذ کي پڙهن جيئن خاص عام.

منهنجي هٿ ۾ اوچتو آيو قلم،
جنهن لکي ڪاغذ مٿان روداد غم.

دل ۾ دريا ٿيو روان اهڙيءَ طرح،
موج ۾ موجون اچن جهڙيءَ طرح.

پڌ ذرا منهنجي زباني هي بيان،
عشق جي رمزن کي ظاهر تو ڪيان.

تاج شاهي عشق جو سر تي رکي،
آدمي عالم کي بخشي روشني.

بيت ۾ گفتا نہ آهن مون وٽان،
هي ڳجهيون ڳالهيون ڀلا آيون ڪٿان؟

هن حقيقت سخت عبرت ۾ وڌو،
مون کي عبرت بعد حيرت ۾ وڌو.

ايترا ظاهر ڪيا اسرار ڪنهن،
هي سيئي نڪتا ڪيا نروار ڪنهن؟

مون کي سمجهايو هي منهنجي پيشوا،
پير عبدالحق حقيقي رهنما.

حق جو گهر آدم جو گهر ٿيو بيگمان،
ان جي ذات- پاڪ جو آهي بيان.

تون نہ آهين، آهي هو ڇڏ هاءِ هاءِ،
بحرِ وحدت ۾ اها هستي وڃاءِ.

دل ۾ حق جي هيڪڙائي ٿي رهي،
ٻن ڇپن ۾ پر ٻيائي ٿي رهي.

معرفت ۾ آهي هر ڪنهن کي بقا،
جو نٿو سمجهين، اهو آهي خدا.

پنهنجي ٻولي پاڻ تو ٻولي ٻڌي،
پاڻ دلبر تو ڏسي ۽ وائسي.

ان جو گفتو آهي هي منهنجو بيان،
ان جي رمزن کي ئي ظاهر تو ڪيان.

ڄاڻ ڳُجهه الله جو انسان کي،
جنهن ڪيو ظاهر خدا جي شان کي.

پاڻ سڀ ڪنهن کي سڃاڻي تو ڪڏهن،
ڪين ڪنهن شيءِ کي ٻہ ڄاڻي تو ڪڏهن.

ڇا ٻڌيو ان جو مقدر، يار ڏس،
ظلم توڙي جهل ان جي ڪار ڏس.

ظلم معنيٰ نفس پنهنجي کي ڪهڻ،
جهل معنيٰ پاڻ کان پاسي رهڻ.

هڪ "الستي عهد"، ٻيو "قالو بليٰ"،
عشق ڌاران ٻول ٻيا ڪنهن جا هيا.

عشق جيئن نروار هي نڪتا ڪيا،
عشق وارا پنهنجي هستيءَ کان هٽيا.

آدمي واقف ٿيو هرُ رمز کان،
حڪم جو بندو ٿي بيٺو بي گمان.

ان کي حق بخشيو نيارو ذوق شوق،
جنهن کي چنجي عشق وارو ذوق شوق.

لامڪان جو راز انسان ۾ ر
آڳ لاتائين انهيءَ کي عشق جي

آدمي آهي برابر نور پاڪ،
بيخبر ٻٽجي متان سجهيس خاڪ.

عرش وارن جو نشان آدم ٿيو،
ان منجهان پيدا سڄو عالم ٿيو.

ان منجهان پيدا اُهي آثار ٿيا،
ان منجهان ظاهر سيئي اسرار ٿيا.

آدمي ڪونين ۾ ممتاز آهه،
لامڪان جي ملڪ جو شهباز آهه.

آهي هرهڪ رمز جو هو رازدان،
سيڪو واقف ناهي ان جي راز کان

ملڪ جو مالڪ اهو معبود آهه،
جمله عالم جو بشر مقصود آهه.

آدمي ۾ عشق جو غوغا ٿيو،
راز مولا جو منجهس پيدا ٿيو.

عاشقن کي عشق حيراني ڏني،
پاڪبازن کي پريشاني ڏني.

عشق مستيءَ جو ڪٽي نعرو هنيو،
زير- آتش هر دوعالم کي ڪيو.

مسجد و مندر ڪيا ويران عشق،
مفتي و قاضي ڪيا حيران عشق.

عشق آيو عقل پاڇوڪڙ پيو،
امر انجي سان ادب راهي ٿيو.

آسمان تان عشق ڊوڙايو بشر،
هت مٽيءَ جي ملڪ تي آيو بشر.

جيئن اذامي عشق جو گهوڙو هليو،
آسمان سان نعل ان جو تي لڳو.

چو طرف ان نعل جو چمڪو ٿيو،
ان منجهان خورشيد روشن ٿي ويو.

آسمان کي عشق گردش ۾ وڌو،
ان پٽيان سج چنڊ کي چڪر ٿيو.

لامڪان ڪان عشق جي شهباز جو،
عرش اعليٰ جي مٿان پرواز ٿيو.

عرش اعظم جي اچي عظمت ڏني،
حق جي ڪرسيءَ جي وڏي وسعت ڏني.

آسمان واري بلندي کي ڏسي،
پاڻ جنّت ڏي وري آيو وڏي.

جا گهڙي جنّت ۾ هو، نعمت هيس،
هن مٽيءَ جي ملڪ تي محنت مليس.

هن جڳھ تان هن جڳھ تي جيئن پڳو،
بس سراسر رنج و محنت ۾ رهيو.

هت اچي جوڙيائين محبت جو مڪان،
خاڪ جو پتلو پريائين درد سان.

آهي محنت ۽ محبت جو خيال،
موج ۽ دريا جي صورت جي مثال.

عشق ۾ مجنون سوين سلطان ٿيا،
هن جهان ۾ هر طرح حيران ٿيا.

عالم و قاضي سوين حيران ٿيا،
مفتي و ملاّ سوين مستان ٿيا.

عشق جي سلطان جو خيمو لڳو،
جو به آيو سو اچي قابو ٿيو.

عقل کي هڪدم هٽائي ٿو ڇڏي،
دين و ايمان کان ڇڏائي ٿو ڇڏي.

ناهي طاقت عقل کي هن جاءِ تي،
عشق جو شهباز اڏري ٿو مٿي.

عشق آڏو عقل عاجز ٿو رهي،
عقل کي ٿو هڪ اشاري سان کهي.

عقل شاهه عشق جو دربان آهه،
هي سپاهي آهي، هو سلطان آهه.

عشق کان مخفي نہ آهي ڪوئي راز،
ٻـن جهانن ۾ هو آهي شاهباز.

عشق آهي ذات حق جي سربسر،
ان جو صورت کان سواءِ ديدار ڪر.

جو نہ ٿيندو عشق جو عالي مقام،
عشق آهي ٻـن جهانن جو امام.

جو ڪجهہ آهي، عشق آهي جابجا،
دور ڪر سڀ وهم وارا وسوسا.

عشق ڌاران جڳ ۾ ٻي ڪا راه ناه،
عشق آهي شاه ٻيو ڪو شاه ناه.

عشق هرڪنهن جي مٿان غالب ٿيو،
معرفت وارو سندس طالب ٿيو.

جنهن اچي هن عشق جو درشن ڪيو،
دين ۽ اسلام کان ٻاهر ٿيو.

جسم کي ۽ جان کي فاني ڪري،
عشق آٿي تو بقا جي ملڪ تي.

عشق آهي ذات، مولا تو ڏئي،
ناهي اهڙي چيز جا لکجي سگهي.

عشق جو درياه آهي بي ڪنار،
موج تي موج آهي جنهن ۾ بي شمار.

عشق ازخود هر گواهي تو ڏئي،
هڪ گدا کي بادشاهي تو ڏئي.

عشق جي آتش تي ساڙي سربسر،
جسم، توڙي جان، دل، توڙي جگر.

عشق واري باه پڙڪا تي ڪري،
دل پتنگن جيئن انهيءَ ۾ تي پچي.

عقل چئي تو پڙهه وظيفا روز شب،
عشق چئي تو ڇڏ خساري جو سبب.

عقل چئي تو طاعت ۽ تقويٰ ڪجي،
عشق چئي تو پاڻ کي رسوا ڪجي.

عقل چئي تو هر وظيفو ياد ڪر،
عشق چئي تو درد کي آباد ڪر.

عقل چئي تو ڪر سدا عجز ۽ نياز،
عشق چئي تو رهه هميشه بي نياز.

عقل چئي تو ڇڏ نه روزو ۽ نماز،
عشق چئي تو ڄاڻ هرهڪ رمز راز.

عقل چئي تو پاءِ پيريءَ جو لباس،
عشق چئي تو هي وڪڻ ڪنهن ۾ نه قاس.

عقل چئي تو تون زريءَ جو پوش پاءِ،
عشق چئي تو پاڻ تي واري وساءِ.

عقل چئي تو هر ملامت دور ڪر،
عشق چئي تو ڪفر کي مشهور ڪر.

عقل چئي تو ڪر ڪتابن سان رهاڻ،
عشق چئي تو رک ربابن سان رهاڻ.

عقل چئي تو ڇڏ نہ پنهنجو ننگ و نام،
عشق چئي تو لاهہ هي ڦاسڻ جو دام.

عقل چئي تو ڪين لاهي ڇڏ نقاب،
عشق چئي تو رهہ هميشہ بي حجاب.

عقل چئي تو زهد سان تسبيح پڙهہ،
عشق چئي تو جلد ڪر سوليءَ تي چڙهہ.

عقل چئي تو رهہ برائيءَ کان بري،
عشق چئي تو ڇڏ گڏي نيڪي بدي.

عقل چئي تو عيش جو خانو بڻاءِ،
عشق چئي تو گهر کي ويرانو بناءِ.

عقل چئي تو پارسا بڻجڻ کپي،
عشق چئي تو بينوا بڻجڻ کپي.

عقل چئي تو عابد ۽ زاهد تجي،
عشق چئي تو دور ڪر هن وهم کي.

عقل چئي تو علم جي تحصيل ڪر،
عشق چئي تو محو تي وڃ سربسر.

عقل چئي تو قاضي و ملاّ تجي،
عشق چئي تو "لا" منجهان "الا" ڪجي.

عقل چئي تو ماٺ سان ڪر ڪار ڪم،
عشق چئي تو مار "سبحاني" جو دم.

عقل چئي تو رهه هميشه تون خموش،
عشق چئي تو جوش مان ڪر مئي ڪي نوش.

عقل چئي تو پاڻ کي موجود ڄاڻ،
عشق چئي تو جڳ سڄو نابود ڄاڻ.

عقل چئي تو هوڏ ۽ هستي ۾ اچ،
عشق چئي تو موج ۽ مستي ۾ اچ.

عقل چئي تو عالمن جو ڪر لباس،
عشق چئي تو پي شراب ۽ رک شناس.

عقل چئي تو ذڪر ڪر تسبيح تاهه،
عشق چئي تو جلد ڪر جٺئي کي لاهه.

عقل چئي تو تون جماعت سان رهاءِ،
عشق چئي تو درد کي رهبر بڻاءِ.

عقل چئي تو هار ۽ سينگار ڪر،
عشق چئي تو حال کي هموار ڪر.

عقل چئي تو جابجا مشهور ٿي،
عشق چئي تو جڳ سڄي کان دور ٿي.

عقل چئي تو پاڻ وٽ ميڙو مچاءِ،
عشق چئي تو پاڻ کي سڀ کان بچاءِ.

عقل چئي تو ٻڌجي وچ ماڻهن جو پير،
عشق چئي تو رهه محبت ۾ اسير

عقل چئي تو ويهه مسجد ۾ مدام
عشق چئي تو مئڪدي جو ڪر سلام.

عقل چئي تو ڪر طهارت هر گهڙيءَ،
عشق چئي تو جسم کان آزاد ٿي.

عقل چئي تو ڪر سوالن ۾ ڏي جواب،
عشق چئي تو سڀ جي اڏو ٿي خراب.

عقل چئي تو نيڪ پنهنجو نام ڪر،
عشق چئي تو پاڻ کي بدنام ڪر.

عقل چئي تو هوش رکه هشيار ٿيءُ،
عشق چئي تو مست و عاشق، يار ٿيءُ.

عقل چئي تو دين کان آگاهه ٿيءُ،
عشق چئي تو فقر جو همراهه ٿيءُ.

عقل چئي تو پاڻ کي مرشد ٻڌاءِ،
عشق چئي تو وهم اهڙي کي وڃاءِ.

عشق بيشڪ هر طرح هشيار آهه،
عشق پنهنجي پاڻ کان بيزار آهه.

عشق رب جا راز پيدا تو ڪري،
عاشقن کي پاڻ شيدا تو ڪري.

عاشقن کي عشق حيران تو ڪري،
سالڪن کي پڻ پريشان تو ڪري.

عشق هر راحت وڃائي تو ڇڏي،
نيڪنامي کي جلائي تو ڇڏي.

عشق جي نعرن جي آهي ڌم ڌڙي،
"لي مع الله" ۽ "اناالحق" هر گهڙي.

عشق جيئن ماري تو "سبحاني" جو دم،
جڳ ۾ هي غوغا تو ٻڌجي دم بدم.

عشق واري تو ڇڏي هرهڪ ڪتاب،
هر دوڪانداري ڪري تو هو خراب.

عشق جڳ ۾ آهي بانڪو بادشاه،
هڪ تو سمجهي هر مڙهي ڇا خانقاه.

عقل ۾ آهي ٻيائي جو اکر،
عشق ۾ توحيد آهي سربسر.

عقل ۾ آهي هميشه افتخار،
عشق ۾ آهي سراسر انڪسار.

عقل کي آهي ڪمينن جو سلام،
عشق جو آهي سدا عالي مقام.

دم "اناالحق" جو لڳي ٿو عشق ۾،
ڪوٺ هستيءَ جو ڀڄي ٿو عشق ۾.

عشق جي دريا ۾ موجان موج آهه،
لامڪان تائين انهيءَ جو اوج آهه.

عشق جي چوغي ۾ "هو حق" جي پڪار،
عشق ۾ "مان مان" جي وائي کي وسار.

"لوڪشف" جو راز ظاهر ٿو ڪري،
عشق ٿو "بي ميم" احمد کي سڏي.

ڪاميابي عشق جو دستور آهه،
پر ملامت ۾ سدا مشهور آهه.

عشق هرهڪ علم ظاهر ٿو ڪري،
گفتگو جا رنگ ان ۾ ٿو ڀري.

جان کي جوهر اچن ٿا عشق سان،
ٿي سڄا انڌا پون ٿا عشق سان.

عقل دنيا جي پٺيان آهي تباهه،
عشق آهي دوجهان جو بادشاهه.

عقل آهي خودپرستيءَ جو مقام،
عشق آهي موج مستي جو مقام.

عقل دائم آهي دنيا جو غلام،
عشق جو دنيا ۽ عقبيٰ کي سلام.

عقل هرجا گهر ٻڌائيندو رهي،
عشق ويرانا وسائيندو رهي.

عقل جي آڏو رهن ٿيون صورتون،
عشق ميٽي ٿو ڇڏي سڀ مورتون.

عقل جي آڏو رهن ٿا سئو نقاب،
عشق لاهي ٿو ڇڏي هرهڪ حجاب.

عقل سجدن ۾ ٿو سمجهي پنهنجو سود،
عشق هر شئي جو وڃائي ٿو وجود.

عقل چاهي ٿو تہ رکجي سر بلند،
بي نيازي عشق کي آهي پسند.

عقل جي ناهي سدا قيل و مقال،
عشق آڻي ٿو صفا احوال حال.

عقل آهي بس ٻيائي سان ٻڌل،
عشق آهي هيڪڙائي سان ٻڌل.

عقل اٽڪيل ٿو رهي تقليد ۾،
عشق هردم ٿو رهي توحيد ۾.

عقل ڏيکاري ٿو جسماني جمال،
جان و تن تي عشق آڻي ٿو زوال.

عقل سان دنيا جو درشن ٿو ڪجي،
عشق سان پسجي ٿو حق جي ذات کي.

ڏينهن جمعي جي ڪيم پورو ڪلام،
"عشقنامو" ختم ٿيو، بس والسّلام.

# درد نامو

اڄ وري آيو نرالو هڪ خيال،
ٻڌ ٻڌايان ٿو انهيءَ جو توکي حال.

درد جي ٿوري ذري تي بار بار،
آسمان تائين ڪرين ٿو تون پڪار.

حيف، اُن جي شان کي چاٽين نٿو،
درد ۽ غم جو مزو ماڻين نٿو.

درد ڏاران جڳ ۾ ڪائي راهه ناهه،
درد آهي شاهه ٻيو ڪو شاهه ناهه.

درد موليٰ سان ملائي ٿو ڇڏي،
پل ۾ پرور وٽ پڄائي ٿو ڇڏي.

سربسر آهي سعادت درد ۾،
هر طرح آهي هدايت درد ۾.

درد هر منزل مٽائي ٿو ڇڏي
دوجهان ۾ عشق لائي ٿو ڇڏي.

درد سان مٽجي ٿو شاهي جو غرور،
تخت جو ۽ تاج جو سارو غرور.

جي نٿو حاصل ڪرين تون درد ڪي،
آهي صد افسوس تنهنجي حال تي.

ڪشف جو توڙي ڪرامت جو ڪمال،
درد ڏارن پاڻ آڻيندو زوال.

در حقيقت درد سڀ جو يار آهه،
درد جنهن کي ناهه سو بيڪار آهه.

پير کي هيڪر ڪچهري ۾ ڏٺم،
درد ري جنهن وٽ نه ڪو گفتو ٻڌم.

عام توڙي خاص هرهڪ پر خمار،
ان جي محفل ۾ رنو تي باربار.

بيخودي جيٰ حال ۾ مرشد اچي،
عشق جي تلوار دل مان تي ڪڍي.

جنهن کي جادو جي نظر سان ان ڏٺو،
سو صفا سرمست ديوانو ٿيو.

عشق جو خنجر نظر آئي نگاهه،
يار جو مظهر نظر آئي نگاهه.

درد مان تي آه نڪتي پير ڪان،
رهنمائي تي ڪيائين آه سان.

راهه ڏيکاري تي مرشد عشق جي.
عام توڙي خاص جي دل تي لٿي.

صبر ۾ اچ شور ڇڏ اي جان نثار،
ورنہ هت ايندي قيامت آشڪار.

جوش ۾ هي جان منهنجي ٿي جلي،
سوز ۽ ساڙي ۾ هي دل ٿي سڙي.

مهر مان مرشد ڏنو مون ڏي جڏهن،
درد جو ديرو لڳو دل ۾ تڏهن.

اصل ۾ جنهن تي ڪيائين ٿي نظر،
سو ڪري پٽ تي پيو ٿي سربسر.

ڏس ڏنائين غم پرايو عشق جو،
عاشقن تي آهي سايو عشق جو.

درد وارو مرد منصب دار آهہ،
درد جهن ڪي ناهي سو مردار آهہ.

درد مان هر معرفت ٿئي ٿي وصول،
مان ٿو سمجهان ان ڪي مولا ۽ رسول.

درد ڏئي ٿو هر خبر الله جي،
آهي ان ۾ دوجهان جي بهتري.

پاڻ اول توڙي آخر ٿو رهي،
پاڻ ٿو ٻولي، ٻڌي، توڙي ڏسي.

ڪنهنجي هستي ناهہ مولا کان سواءِ،
آسمان توڙي زمين تي جابجا.

جيئن ڏنم ان ڏينهن مرشد جون اکيون،
تيئن حياتي ۾ نه هرگز مون ڏنيون.

فيض واري ديد کي جيئن مون ڏٺو،
درد دل ۾ جان منهنجي کي لڳو.

خوفناڪ ان جي نظر مون کي لڳي،
جا زمين کان آسمان تائين پڳي.

هر طرح سان حال جو غلبو تيس،
منهن ڪڏهن ڳاڙهو ڪڏهن پيلو ٿيس.

جيئن پڌاياڻين تي ڪولي داستان،
درد سان ظاهر ڪيائين تي بيان.

هر هميشه ان جي اک آلي رهي،
ان جي مجلس مست متوالي رهي.

يار سڀ مدهوش مستي جي ڪري،
خود پرستي کان هيا هردم پري.

درد وارو جو به آيو تي اتي،
ان ڏي مرشد هٿ وڌايو تي اتي.

ڪيس ويهاريو تي سائين ۽ پاڻ سان،
پاڻ بيهي تي ڪيائين آجيان.

اُن جي دلجوئي ڪيائين تبي گهڻي،
آبرو عزّت ڏنائين تي گهڻي.

جيڪڏهن آيو تي ات بيدرد ڪو،
پير فرمايو تي ”هي گهرجي نٿو“.

درد وارو پاڻ وٽ منظور آهه،
درد ري ماٺهو مٽي جو سور آهه.

درد وارو شال محفل ۾ هجي،
دل نٿي چاهي ڪڏهن بيدرد ڪي“.

جيئن پوي تي ياد مون کي هي گهڙي،
موت جڻ مون تي وجي ٿو چانئجي.

جيئن ڪيانئو ياد محفل پير جي،
جان ۽ دل کي وجي ٿو غم ونئي.

جو به آيو تي جماعت ۾ بشر،
دل ڦرايائين تي پنهنجي سربسر.

درد جون دانهون ڪري عاشق اهو،
لامڪان تائين تي لحظي ۾ پڳو.

روح ۽ راڙو هيو هيهات هئي،
ڪين ڪنهن کي ڪابه وائي وات هئي.

رڙ ڪري هر هڪ رنو تي سربسر،
جان ۽ تن جي نه هئي ڪنهن کي خبر.

جنهن مٿان تي پير ڦيرائي نظر،
سو حواسن کان رهيو تي بي خبر.

اُن جي سامهون منهن ڪرڻ جي ڇا مجال،
ڪير آڏو ٿي ڏسي ان جو جمال.

شير وانگر مست ديواني نظر،
سڀ کي حيرت ۾ وڌو ٿي سربسر.

دل جي درياءَ جوش ڪاڏس ٿي گهڻو،
فيض بخشيائين ٿي ماڻهن کي گهڻو.

پئي ڏهاڙي مون کي هيئن مرشد چيو،
"پاڻ ڪر تون پنهنجي هستي کي ڦٽو.

پنهنجي هستي سان ڪندين جيڪي ثواب،
تنهنجي رستي ۾ اُهي ٿيندا حجاب.

سربسر سيني ثوابن جا حجاب،
بڻجي ويندا جان تنهنجي تي عذاب.

جو سچي دل سان نمازون ٿو پڙهي،
ڪين ان تي ڪا ملامت ٿي اچي.

بي خيالو ٿي نہ پڙهہ هرگز نماز،
ڇڏ هجڻ کي پوءِ ڪر جائز نماز.

بيخودي ۾ نيڪ پڙهجي ٿي نماز،
پر خودي ۾ غير ٿئي ٿو سازباز."

ڪير آهي جو تلاوت ٿو ڪري؟
ڪير ويهي ۽ وظيفا ٿو پڙهي؟

ڪير طاعت ۾ جهڪائي ٿو چڏي؟
ڪير آهي جو ڪنبائي ٿو چڏي؟

پنهنجي هستي کي ڪڍهن وچ ۾ نہ آڻ،
پاڻ کان پاسي ٿي دلبر کي سڃاڻ.

تون ڪڏهن ناهين اهو آهي خدا،
پر ڪٿي آهي خدا توکان جدا.

"مان اسان" سڀ ڪجھ انهي کي ڄاڻ تون،
پاڻ کي هرگز نہ وچ ۾ آڻ تون.

سر جهڪائي ٿو پڙهي بعضي نماز،
ناز ۾ بعضي رهي ٿو بي نياز.

بيخودي ۾ رهہ سدائين ڇڏ خودي،
لهہ خبر الله جي اسرار جي.

خودبخود تسبيح ڦيرائي ٿو پاڻ،
جان پنهنجي تي جٽيو پائي ٿو پاڻ.

تلڪ پيشاني تي لائي ٿو ڪڏهن،
پنهنجو رخ رنگين بڻائي ٿو ڪڏهن.

هر وڳي ۾ ملڪ جو مالڪ سڃاڻ،
هر ذري پرزي ۾ ان جي ذات ڄاڻ.

هن يقيني راهہ کان تون منهن نہ موڙ،
جابجا هر شيءِ ۾ آ جاني جي جوڙ.

آهي سارو جڳ انهي مولا جي ذات،
ڄاڻ هرجا ذات ان جي جون صفات.

پنهنجي هستي ساڻ جو ڪجهه ٿو ڪرين،
ڪجهه نه آهي راهه ڪهڙي ٿو وٺين.

جي خدا سان صرف هڪڙو دم رهين،
بيخودي ۾ پنهنجي هستي کي ڇڏين.

پاڻ ڄاڻين هٿ ڪيم پروردگار،
ايترو ئي آهي ڪافي "آشڪار"

هٿ ڪري وٺ راهه وحدت جي اها،
ڪر انهيءَ ۾ سير ڪثرت جو سدا.

ڄاڻ هڪ وحدت ۾ ڪثرت سربسر،
عشق جي منزل ۾ ڪوئي شڪ نه ڪر.

جڳ ۾ تون ۽ تو ۾ آهي جڳ سڄو،
رک پڪو پختو عقيدو هي سچو.

در حقيقت آهي سارو جڳ خيال،
وهم آهي ان جي ساري قيل قال.

اصل ۾ آهي جو پائي پير هت،
اندر ۽ ٻاهر سمائي ڪير هت.

سخت حيرت جي جڳهه آهي اها،
هن جڳهه تي پير ۽ سر گم ٿيا.

جسم توڙي جان باقي ڇا بچي،
هن جڳهه تي هي نڪو هو تو رهي.

هاءِ ڪير آهي خيالي هي جهان،
گفتگو ساري پلا آئي ڪٿان.

بحر وحدت جي اٿل ڪاڏي جڏهن،
غرق ٿيس حيرت جي موجن ۾ تڏهن.

"مان، اسان ۽ تون" ٿياسون گم صفا،
جابجا ٿيو بحر اعظم جو لقا.

غسل واري وٽ ڏسي مردي جو حال،
پنهنجي هستي جو وٺي ڇڏ تون مثال.

مان ٿيس مردو اهو آهي حيات،
هو هلائي ٿو هلان ٿو ڏينهن رات.

# رهبر نامو

غور سان پڙ هي حقيقت حال جي،
ڇڏ وساري ڳالهه ٻي هر تال جي.

ڪير آهي جو هي گفتا تو ڪري،
ڪير ظاهر تو ڪري اسرار ڪي.

مان نتو ٻوليان اهو ٻولي تو پاڻ،
مان نتو ڳوليان اهو ڳولي تو پاڻ.

ڪير آهيان ڪير آهيان ڪير مان،
پاڻ ڇا آهيان نتو سمجهي سگهان.

غرق آهيان بحر حيرت ۾ ڪڏهن،
محو آهيان عين عبرت ۾ ڪڏهن.

هي اثر عبرت ته ڇا آهيان هتي،
ڪم جي شيءِ يا ڪاٻ شيءِ ناهيان هتي.

ظاهري زهد ۽ عبادت دور ڪر،
ڪوٺ هستيءَ جي ڪي ڇڪنا چور ڪر.

درد سان پرپور آهي هي ڪتاب،
صدق دل جي سان پڙهي ٿي ڪامياب

آهي نامو رهبري جو هي ڪتاب،
جو هٽائي ٿو ڇڏي سارا حجاب.

تون نہ آهين جا بجا آهي اهو،
ڏس اکيون کولي ڪبي ساڃي اهو.

هي سخن هرگز نہ آهي مون وٽان،
پاڻ ٻولي ٿو اهو پڌ اي جوان.

مان خيال آهيان پڇايان ٿو خيال،
مان ڪڏهن وڇڙيل ڪڏهن واصل بحال.

وصل آهي پاڻ کان پاسي رهڻ،
هجر آهي پنهنجي هستي ۾ هجڻ.

دور ڪر هستيءَ تہ هو بڻجي پوين،
ڇو ٿو هستي سان ٻيائي ۾ رهين.

پاڻ پاسي ڪر خوديءَ کي باھ ڏي،
تو اڳيان هر ڳالھ روشن ٿي پوي.

پاڻ کان جي پاڻ کي غافل ڪندين،
پاڻ کان ويندين خدا حاصل ڪندين.

جيڪڏهن ڪو ڇوڏهين جي ڇنب کي،
ڇنب گرهڻ ۾ ڏسي قيدي سڏي.

سو حقيقت ۾ غلط آهي صفا،
ڇنب ناهي قيد ۾ جاڻي خدا.

آسمان جي برج اندر ٿو اچي،
ڪي گهڙيون پردي ۾ پنهان ٿو رهي.

برج کان ٻاهر اچي ٿو هو جڏهن،
روشني پنهنجي پسائي ٿو تڏهن.

پنهنجي حالت جي مٿان افسوس ڪر،
ناهي پنهنجي شان جي توکي خبر.

تون ﺑﻪ آهين چنڊ جيئن روشن مگر،
توتي ڇانئيل آهي هستيءَ جو ڪڪر.

برج وانگر تنهنجي هستي تي رهي،
تنهنجي جوهر کي ڇپائي تي ڇڏي.

دور هستيءَ کي ڪندين جي پاڻ کان،
تنهنجي ذاتي روشني ٿيندي عيان.

مان ٻڌايان ٿو وري هڪ ٻيو مثال،
جنهن جو دل ۾ اوچتو آيو خيال.

برج تنهنجي جسم جو آهي مثال،
جسم سان تون ڪيئن ڪري سگهندين ڪمال.

ٻن گهڙين جي واسطي هي پاڪ نُور،
خاڪ جي پڃري ۾ آيو بي قصور.

خاڪ جي پڃري منجهان آزاد ٿي،
نور ساڳيو نور رهندو شاد ٿي.

درد ريءَ حاصل نہ ٿيندو مرتبو،
درد ريءَ ٻڻجي نہ سگھندو مرد ڪو.

درد جو طالب سچو رهہ پاڻ تون،
پاڻ کي مردن جي صف ۾ آڻ تون.

معرفت جو در کلي ٿو درد سان،
مرتبو اعليٰ ٿئي ٿو درد سان.

درد ڏاران ڪين ملندي حق جي راهہ،
درد سان ٿئي ٿو گداگر بادشاهہ.

ڪفر ۽ اسلام جون واٽون وسار،
درد حاصل ڪر هميشهہ خوش گذار.

درد رهبر ٿي ڏسي ٿو حق جي راهہ،
بينوائن کي ڪري ٿو بادشاهہ.

درد ان جي جو ذرو حاصل ڪري،
پيچ انهيءَ هستيءَ جي ڪاري ڪوٽ کي.

درد ريءَ هرگز نہ ٿيندي حاصلات،
درد آهي عاشقن سان ڏينهن رات.

درد سان پئي ٿو پتو اسرار جو،
جان ۽ دل کي ملي ٿو چا مزو.

موج ۽ مستي اچي ٿي درد سان،
جنهن جي ساري ڳالهہ توسان ٿو ڪيان.

وجد واري راهه ۾ آئي ٿو درد،
عبد کي درگاهه ۾ آئي ٿو درد.

ڪي گهڙيون ٻڄون ٿا غم سان بي زبان،
ڪي گهڙيون غم سان رهون ٿا خوش بيان.

آهي سڀ ڪان درد جو درجو مٿي،
ڇو جو حق جي ذات ان ۾ ٿي رهي.

هن ريا واري عبادت کي ڇڏي،
مڪر جي پيري مريدي ڪر پري.

پنهنجي هستي جي حقيقت ڄاڻ تون،
چيز يا ناچيز آهين پاڻ تون.

اڳ ۾ پنهنجو پاڻ اي طالب سڃاڻ،
سؤ لباسن جا پرين پهرين ٿو پاڻ.

آهي سڀ ڪجهه يار تون آهين ڪٿي،
ڪجهه به ناهين ڪين آهين تون هتي.

تون هجين يا هو هجي آهي خيال،
ڪين آهي هت جدائي يا وصال.

ڪجهه نٿو ٿئي ذات حق جي ڪان سوا،
مون کي سمجهايو هي منهنجي پيشوا.

ڏس اکيون کولي ته تون آهين ڪٿي،
جابجا هر رنگ ۾ هو ٿو وسي.

ٿوڙ دنيا جا سمورا واسطا،
دور ڪر دل جي پريشاني اها.

خاڪ جي پڃري کي اڳ ۾ تون وسار،
دم اناالحق جو انهيءَ ڪان پوءِ مار.

هي مڪان تنهنجو نہ آهي هوش ڪر،
لامڪان جا مرغ لهہ پنهنجي خبر.

دام توڙي خاڪ جي پڃري کي ڀڃ،
عرش اعليٰ تي اُڏامي جلد وڃ.

وهم جي صورت ۾ گم آهين صفا،
ڇڏ اها مورت مٿيءَ جي بيوفا.

اصل ۾ هي تنهنجي هستي آهي ڪين،
ذات ان جي آهي سڀ ڪجهہ ڪر يقين.

تنهنجي هستي نيستي وهم ۽ خيال،
ان جي هستي هر طرح آهي بحال.

تنهنجي هستي ناهي هستي ان جي آهہ،
تنهنجي مستي ناهي مستي ان جي آهہ.

پاڻ عاشق آهي ۽ معشوق پاڻ،
جان و دل ڇا نيڪ و بد سڀ اُن کي ڄاڻ.

هر گهڙي هن جو نرالو شان آهہ،
پاڻ پنهنجي حسن تي حيران آهہ.

پاڻ کي پنهنجو پسائي ٿو جمال،
حال ۾ ڇا قال ۾ آهي بحال.

هو ڪڏهن توبو ٿو ٻڏجي بحر ۾،
هو ڪڏهن گفتا ڪري ٿو شهر ۾.

هو ڪڏهن چئي ٿو ته مان آهيان ڪٿي؟
ڪير آهيان مان، ڪڏهن هو ٿو پڇي.

”رب ارني“ خود پڪاري ٿو ڪڏهن،
”لن تراني“ خود پچاري ٿو ڪڏهن.

جو چوان ٿو سو انهيءَ جو شان آهه،
حاضري ۾ جسم، دل، ڇا جان آهه.

ڪين ڄاڻج غير جسم ۽ جان کي،
ڇا حوا ڇا آدم ۽ شيطان کي.

آدم ۽ جبرائيل ابليس ۽ حوا،
هي سمورا روپ آهن يار جا.

صرف هڪ نالي منجهان نالا ٿيا،
دور ڪر تون پاڻ کان سڀ وسوسا.

هن بنا ڪنهن کي نه ڪونهي اختيار،
هو ڪڏهن ڏک ڏئي ڪڏهن بخشي قرار.

گفتگو ساري سندس آواز ڄاڻ،
هي سمورا راز ان جا راز ڄاڻ.

هي سموري چال ان جي چال آهه،
شاعري منهنجي انهيءَ جو قال آهه.

حق بنا ڪا شيءِ نظر ايندي ڪٿي،
حق اناالحق ٿي چوي هر شيءِ هتي.

عبد جا آواز ٻولي ٿو ڪڏهن،
خود خدا ٿي راز کولي ٿو ڪڏهن.

هر گهڙي اُن جو نرالو شان آهه،
جان سان آهي ڪڏهن بي جان آهه.

اُن جي رمزن ۾ سمورا راز چاڻ،
هر صفت ۾ ذات اُن جي ڪي سڃاڻ.

هر عمل ۾ يار شامل ٿو رهي،
پاڻ ٻولي ٿو، ٻڌي ٿو، پاڻ ڪي.

رنگ ڇا بيرنگ ۾ آهي اهو،
هو ڪڏهن مومن ڪڏهن ڪافر ڪٿو.

جان پنهنجي تي جٽيو پائي ڪڏهن،
هر گهڙي تسبيح ڪڙڪائي ڪڏهن.

منهنجو موسيٰ پير عبدالحق ٿيو،
جنهن ڪيس انڪار هو احمق ٿيو.

مون کي ڏيکاري انهيءَ هي حق جي راهه،
آهي بيشڪ عارفن جو باشاهه.

ڪوڙ توڙي هڻ وڏائي ڪان هٽي،
ان جي مئي جي پاڪ سرڪي مون چکي.

مون کي سمجهايون سڄڻ رمزون تمام،
هو خريدار آهي مان آهيان غلام.

هڪ ذرو آهيان انهيءَ خورشيد جو،
پاڻ جنهن بدڪار کي بهتر ڪيو.

مون کي سمجهائي ڏني مرشد جڏهن،
جوش ۾ ايڏو ته آيس مان تڏهن.

خاڪ جو بوتو وساريم خير سان،
جسم جو جامو لٿو منهنجي مٿان.

پاڻ کان هر حال ۾ تون دور ٿي،
غير ڇڏ خود ذاڪر ۽ مذڪور ٿي.

پاڻ کي ڇڏ جان ڪان آزاد رهه،
عين حق حاصل ڪري آباد رهه.

تون نکي مالڪ نکي آهين غلام،
ڪجهه به ناهين تون اُهو آهين مدام.

اوچتو قطرو سمايو بحر ۾،
بحر وارو دم هٽي ٿو لهر ۾.

بحر آهيان مون کي تون قطرو نه ڄاڻ،
منهنجي خاطر خوف ۽ خطرو نه ڄاڻ.

شور واري بحر اندر گم هيس،
اوچتو موجن منجهان ظاهر ٿيس.

بحر سارو مون ۾ غائب ٿي ويو،
منهنجي نظرن جي مٿان پردو پيو.

عام توڙي خاص داٺو ٿو سڏي،
ڪير ڪوٺيندو ذرو خورشيد کي.

بحر آهي ڏار قطرو ڏار آهه،
رمز کان هرڪو نه واقفڪار آهه.

هر طرح سان منهنجي هستي دور ٿي،
مون کي پٺڪڻ کان ملي آزادگي.

آهي سڀ اُن بحر جي هستي هتي،
مان ڪٿي آهيان؟ ڪٿي آهيان ڪٿي؟

حال ريءَ هن قال جو احوال ناهه،
هي سمورو حال آهي قال ناهه.

قال توڙي حال ساڳي ڳالهه ڄاڻ،
حق ٻنهي ۾ آهي تون ويساهه آڻ.

موج جيئن مهراڻ ۾ ڪاڏي اُٿل،
جهنگ جي پاسي ڪيائين منهن اُڇل.

ٻوڙ اندر جهنگ سارو آب ٿيو،
بعد ۾ سرسبز ۽ شاداب ٿيو.

جي نہ ڪائي ها اُتل درياهہ پاڻ،
ڪيئن ڪري ها جهنگ ڏي سوڪاهہ پاڻ.

اگ ۾ ڏس منصور ڪيئن پنجاهہ سال،
هر ٻگلي ۾ پاڻ ڪئي تي قيل قال.

هن سليو تي راز سپ توحيد جو،
جيئن پوي مخلوق کي ان جو پتو.

نيٺ اُن تي حال جو غلبو ٿيو،
تنهنڪري هن دم اناالحق جو هنيو.

قال بهتر آهي پر ويساهہ سان،
حال ۾ آٽي تو جيڪو راهہ سان.

اصل ۾ هي قال سارو حال آهہ،
مون سليو توسان سچو احوال آهہ.

بد دعا توڙي دعا جي ڇڏ پچر،
حق جي رستي مان رڪاوٽ دور ڪر.

خلق ڇڪجي ٿي اچي ويساهہ ۾،
روڪ بڻجي ٿي طلب جي راهہ ۾.

جيئن دعا تنهنجي ٿئي ٿي مستجاب،
تيئن تڪبّر تو ڪري توکي خراب.

ڇو وڏائين تو وڏائي جو خيال،
ڇڏ خودي کي بيخودي کي ڪر بحال.

چاڻ تون علّت اها ابليس جي،
لعنتي جيڪو ٻٽيو خود کي ڏسي.

هي خدا جي راهہ ناهي هوش ڪر،
صرف سالڪ تا رڪن اهڙي خبر.

هڪ وجود آهي گهٽا هرگز نہ ڄاڻ،
دور ڪر سڀ وهم وحدت کي سڃاڻ.

غير ناهي ڪوہ موسيٰ ڪان سوا،
صرف هڪڙي ذات آهي جا بجا.

اهلِ وحدت تا چون توري تڪي،
جنهن جي هستي ناهي سو آهي ڪٿي؟

جيڪي آهي سو فقط الله آهہ،
هر جڳهہ تي پاڻ بيپرواهہ آهہ.

غير سمجهي تون متان ڪائين خطا،
صرف هڪڙي ذات آهي جا بجا.

هي غلط رستو خطا جي راهہ آهہ،
جو بہ موجود آهي سو الله آهہ.

جي نہ اهڙي ڳالهہ کي تون سمجهندين،
ڪيئن خدا جي ذات کي حاصل ڪندين؟

پاڻ ڏي ڏسبو تہ ڪيئن پسبو خدا،
پاڻ کي ڇڏبو تہ پوءِ ڏسبو خدا.

جنهن ۾ آهي عشق سا دل آهي دل،
عشق جنهن ۾ ناهي سا دل آهي گل.

جنهن کي دل ۾ دلربا جو درد ناهه،
تنهن کي دل ڪانهي اهو خود مرد ناهه.

درد سان جيڪا به دل آباد آهه،
پڻ جهانن ۾ اها دل شاد آهه.

جنهن به دل ۾ درد جا ڏيرا لڳا،
دين و دنيا کان مٿي آهي اُها.

عشق واري راهه کان پاسو نه ڪر،
جيئن ٿئين دارين ۾ تون بهره ور.

عشق جي قيدي ٻڌائي تو ڇڏي،
شان شاهن سان ملائي تو ڇڏي.

درد واري دل هميشه شاد آهه،
ڇو جو دنيا کان صفا آزاد آهه.

جنهن به دل ۾ عشق پنهنجو گهر ڪيو،
تنهن وڃايو وسوسو هر ڳالهه جو.

دل به هڪ آهي ته هڪ آهي خدا،
عشق پڻ هڪ آهي بيشڪ جابجا.

جنهن جي دل ۾ عشق پنهنجو گهر ڪيو،
سو سدا ثابت قدم محڪم ٿيو.

ٻن جهانن ۾ خدا جي راز ڪيءِ
دل جي آڏو عشق ظاهر تو ڪري.

پاڻ پرواني جي پر ڪر اختيار،
حسن واري شمع تان تي وڃ نثار.

عشق ڏاران دل ڪي ويران ڄاڻجي،
خاڪ ۽ پاڻيءَ جو سامان ڄاڻجي.

عشق ريءَ اي دل سهين تي تون عذاب،
بي سبب ٻڏجين تي بيگاني خراب.

عشق جي تاثير سان آباد تي،
وڻ حياتيءِ موت کان آزاد تي.

دل مثل آهي، جي ان ۾ ناهي درد،
عشق وارن جو رهي تو رنگ زرد.

درد ڏئي تو دل کي پنهنجي روشني،
ان جي گلشن ۾ رهي تي تازگي.

دل هميشه عشق سان آهي حيات،
عشق آهي سربسز موليٰ جي ذات.

جنهن به دل ۾ عشق جي غم گهر ڪيو،
آهي ان ۾ خاص گهر الله جو.

جنهن به دل ۾ ناهي ديرو درد جو،
سا سڙي دل آهي بتخانو وڏو.

جنهن تنل دل جا گهٽا ٽڪرا ٿيا،
تنهنجي خيمي ۾ گهلي حق جي هوا.

هر ٽٽل شيءِ آهي بيڪار ۽ خراب،
پر ٽٽل دل سان نہ آهي هي حساب.

هت ٽٽل دل کي وڃن ٿا چاهہ سان،
هت قتيل دل سانڍجي ٿي ساهہ سان.

جو وڃي ٿو دل اها سو يار آهہ،
هردو عالم ۾ سندس ديدار آهہ.

جو الاهي عشق سان مخمور ٿيو،
ڪوٺ توڙي واڏ کان سو دور ٿيو.

اوچتو ان کان ڇٽي وئي قيل قال،
حال جو غلبو ٿيو ان تي بحال.

عشق جي هستي سندس هستي لٽي،
بيخودي ۾ پاڻ کان هو ويو ڇٽي.

ڪي گهڙيون ٻڌجي وڃي ٿو بيزبان،
ڪي گهڙيون ازخود رهي ٿو خوش بيان.

عاجزي ۾ پاڻ کي آڻي ڪڏهن،
بينيازي جا مزا ماڻي ڪڏهن.

درد مان دانهون ڪري ٿو هو ڪڏهن،
چپ رهي ٿو فڪر ۾ قابو ڪڏهن.

پاڻ بعضي آه زاري تو ڪري،
مُرڪندي بعضي بهاري تو ڪري.

ڪا گهڙي نازڪ نچي تو ناز سان،
ڪا گهڙي ويهي رهي تو راز سان.

هو ڪڏهن ننگو ڪڏهن پائي لباس،
ڪنهن کي ناهي ان جي رمزن جي شناس.

هو ڪڏهن بازار ۾ جلوا ڪري،
هو ڪڏهن توحيد جون رمزون ڏسي.

هو ڪڏهن ويراڳ جي محفل ڪري،
هو ڪڏهن سڀ سان ڪڏهن سڀ کان پري.

پاڻ صدقي تو ڪري جامو ڪڏهن،
خود هڻي تو دم اناالحق جو ڪڏهن.

هو ڪڏهن عبرت ڪڏهن حيرت ۾ آهه،
هو ڪڏهن الفت ڪڏهن عزّت ۾ آهه.

هر طرح هر حال ۾ هادي سچو،
هيئن ڪڏهن ۽ هوئن ڪڏهن آهي اهو.

هي "خدائي" ٿيو غلامن جو غلام،
صبر سان ويهي چوي تو هي ڪلام.

پنهنجي هستي کي پري ڪر پاڻ کان،
خود بخود هرگز نه ڪر ظاهر بيان.

پاڻ جاري ٿو ڪري هر گفتگو،
هر جڳھ تي يار آهي روبرو.

جيڪڏهن تون ڄاڻندين پنهنجو وجود،
جهٽ خدا سان گڏ، وساريندين سجود.

نفي ۽ اثبات سان آهي وجود،
حق جي سجدو ٿيو ته پوءِ ناهي وجود.

هر طرح هر حال ۾ سالڪ سچو،
ڪنهن کي موليٰ کان سواءِ چاهي نٿو.

جنهن کي موليٰ جي طلب هوندي مدام،
سو نه ڳوليندو شرارت جو مقام.

عام خاطر اسم سان گڏ جسم آهه،
خاص خاطر جسم ڪونهي اسم آهه.

جسم تن جو گم رهيو ڄاڻي خدا،
عشق بچيو باقي سڀ ڪجھ ٿيو فنا.

گل منجهان تن گل حقيقي هٿ ڪيا،
خاڪ جو بوتو ڇڏي روشن ٿيا.

ڪول دل واريون اکيون دلدار ڏس،
هر طرح هر رنگ ۾ هڪ يار ڏس.

تو وڃايو آهي پنهنجي ڄاڻ کي،
غير ڪوٺين ٿو تڏهن تون پاڻ کي.

جابجا جلوه نما الله آهه،
ظاهر ۽ باطن خدا همراه آهه.

تنهنجي تيڏي اک ڏسي ٿي عام رنگ،
اسپ، اُٺ، هاٿي جو ظاهر آهي زنگ.

اگ ۾ رک علم اليقين سان واسطو،
پوءِ اچ عين اليقين ڏي تون سگهو.

تون جڏهن حق اليقين حاصل ڪندين،
ڪاميابي سان مٿي منزل ڪندين.

جابجا توکي اچي جو ڪجھ نظر،
آهي سو الله تون ويساهه ڪر.

حق بنا ڪنهن ڏي نه ڏس ڪجھ هوش ڪر،
رک مٿي ڪونين کان پنهنجي نظر.

حق بنا ڪا شيءِ نه ڏس ڪر اعتبار،
جابجا آهي اهوئي آشڪار.

جو ڪندو انڪار سو ٿيندو خراب،
باهه دوزخ جي ۾ کائيندو عذاب.

"مان اسان" جي قيد ۾ جيڪو پيو،
باهه دوزخ جي ۾ سو داخل ٿيو.

هن حقيقت کان نه جو واقف ٿيو،
ڪين ٿيندو ان جو اعليٰ مرتبو.

راهہ موليٰ جي سڌي ڏس اک پٽي،
مک ٻہ ٽيندي مٽ ڪڏهن شهباز جي.

ڇڏ ڪٿي اي دل عبث گفتار کي،
هٿ ڪري وٺ يار جي اسرار کي.

دور ڪر اي دل صفا نيڪي بدي،
حق جي طرفان هٿ ڪري وٺ رهبري.

هر طرح حرص ۽ هوس کي دور ڪر،
بدنظر ڪنهن تي نہ وجهہ اي بيخبر!

ڪر ڦٽا اي دل سيئي وهم ۽ گمان،
توکي جيئن حاصل ٿئي حق جو نشان.

جيستائين پاڻ کان ٽيندين نہ ڏار،
تيستائين ڪين ملندو توکي يار.

جي ڇڏيندين پنهنجي هستي جي پچر،
جابجا توکي سڄڻ ايندو نظر.

عاجزي ڏاران نہ آهي ڪا ڳلي،
عاجزي سان ئي ٿهي ٿي بندگي.

حق جي رستي ۾ کپي ٿي عاجزي،
جنهن بنا آهي صفا بيهودگي.

بيڪس ۽ مسڪين عاجز ٿي گذار،
هي سچو گفتو ٻڌي ڪر اعتبار.

ڪر غريبي بيڪسي کي اختيار،
پنهنجي موليٰ ساڻ ويجهو ٿي گذار.

هوڏ هستي ۽ حسد جي ڇڏ پچر،
پيءُ ڇڪو وحدت جي مئي جو جلد ڪر.

جو جڳائي توکي، سو ڪم ڪار ڪر،
رک الستي عهد پنهنجي تي نظر.

انڪساري ڪر خودي کان رهه پري،
حق جي رستي ۾ ڦٽو ڪر پاڻ کي.

عمر پنهنجي انڪساري سان گذار،
بندگي سان زندگي پنهنجي سنوار.

زندگي ڇا جنهن ۾ اُن جي درد ناهه،
درد ريءَ دارين ۾ ڪو مرد ناهه.

درد حق جي کان سواءِ ڇا زندگي،
آهي اهڙي زندگي شرمندگي.

پاڻ پائڻ سان ڦري ويندئي خيال،
ٻڻجي ويندين ڪافر ۽ مرتد مثال.

پر جي ايندين بيخودي جي راهه ۾،
پهچندين الله جي درگاهه ۾.

جو يگانو ٿي ڪندو حق جي طلب،
درد جون دانهون ڪندو سو روز شب.

خود بخود حق پاڪ ٿيو توحيد ۾،
چست ۽ چالاڪ ٿيو تجريد ۾.

واقفي جنهن جي رهي توحيد ۾،
سو پڳو تجريد مان تفريد ۾.

مرد ٻڌجي پاڻ جيڪي ٿيا فنا،
تن مٿي محبوب جو ماڻيو لقا.

مرد آهين تون ته ٻڌجي رهه نه زال،
پاڻ کان پاسي رهي ٿي بيمثال.

مان نه آهيان، مان نه آهيان بيگمان،
جو ڪجهه آهيان ڪجهه به ناهيان ڪير مان؟

هر طرح سان يار جو ديدار آهه،
خالق ۽ مخلوق سڀ ڪجهه يار آهه.

خالق ۽ مخلوق هڪڙي ڳالهه ڄاڻ،
ناهي تن جي وچ ۾ ڪو ٻيو شڪ نه آڻ.

فرق ناهي وار جي هڪ تار جو،
هر طرح بندو خدا سان هڪ ٿيو.

وٽ خدائي ۽ سچو وارو مثال،
آهي ساڳي شيءِ وڇوڙو ۽ وصال.

ذڪر ڪر اي يار ذاتي ذڪر ڪر،
ذڪر سان هر وقت ويهي فڪر ڪر.

نيت ذڪر ۽ فڪر ويندا بند ٿي،
دل وظيفن تان صفا ويندي ڪڇي.

پاڻ هر شيءِ تان هٽي ويندو خيال،
حال رهندو ڪين رهندي قيل قال.

واردات آهي عجب هن حال جي،
هوش بعضي آهي بعضي بيخودي.

منزلون ماري ڇڏي ٿو هي خيال،
خاڪ ۽ پاڻي تي آڻي ٿو زوال.

سڀ اُٿڻ ويهڻ رهي ٿو يار سان،
دور ڪرڻو آهي پردو پاڻ کان.

رهه بقا ۾ يار پنهنجي سان سدا،
پر فنا ۾ پڻ نه ٿي ان کان جدا.

نفس سان جيڪو ڪندين نيڪي جو ڪم،
ليکبو بيجا، ڪڏو تنهنجو سو ڪم.

يار سان گڏجي ڪندين جو ڪم ڪڏو،
ڪم ڇڱائي جو اهوئي ليکبو.

نيڪ بد کي پنهنجي طرفان تون نه ڄاڻ،
حق جي طرفان ئي ڀنهي کي سمجھ پاڻ.

ڄاڻ هر نيڪي بدي الله کان،
سڀ کي ٿئي ٿو صرف ان جي حڪم سان.

ڄاڻ حق سان هر ڪني ڪم کي چڱو،
حق بنا ٿئي ٿو چڱو ڪم پڻ ڪنو.

راز مخفي يار جو ظاهر ڪيم،
پنهنجي طرفان ڪين ڪجهه هرگز چيم.

ٻڌ سخن ۾ راز کي کولي ٿو پاڻ،
هي خدائي ناهي خود ٻولي ٿو پاڻ.

جي پڇين مون کان ته تون قدري نه ٿي،
راهه موليٰ جي ۾ تون جبري نه ٿي.

پنهنجي مختاري ۾ قدري آهي خوار،
پاڻ تي جبري کي ناهي اختيار.

پاڻ تي قدري رکي ٿو اعتماد،
آهي جبري کي خدا ۾ اعتقاد.

محو مختياري ۾ قدري ٿو رهي،
پاڻ کان بيزار جبري ٿو رهي.

ڪيئن هوا سان ڪک اڏامي ٿو سگهي،
خود اُڏامڻ جي نٿو طاقت رکي.

جيڪڏهن درياهه ۾ ڪک ٿو پوي،
جابجا پاڻيءَ ۾ وهندو ٿو رهي.

ڪک تري ٿو ڪين پنهنجي زور سان،
ڪيس پاڻي ٿو وهائي شور سان.

حال هي قدري ۽ جبري جو ٿيو،
صاف دل سان مون بيان توسان ڪيو.

آهي قدري ڪان اڇا جبري چڱو،
هي خودي سان هو خدا سان گڏ ٿيو.

پاڻ سان آباد قدري ٿا رهن،
پاڻ ڪان آزاد جبري ٿا رهن.

جبر توڙي قدر ساڳي ڳالھ جاڻ،
شڪ انهيءَ وحدت جي رستي ۾ نہ آڻ.

ڪنهن سمي غزني ۾ هڪ گمراھ هو،
جو نہ حق جي راھ ڪان آگاھ هو.

هڪ ڏهاڙي جيئن ٿي آيو راھ سان،
اوچتو ڊوڙيو وني هڪ جاءِ تان.

هن چيو اڳ ۾ هي پاڇو ٿو ڏڪي،
اُن پٺيان منهنجو بدن پيو ٿو هلي.

هڪ سياڻي شخص هي گفتو ٻڌي،
اُن اَياڻي کي چيو هڪ دم ڪلي.

بيخبر سمجهين نٿو هن ڳالھ کي،
حيف آهي تنهنجي اهڙي حال تي.

جو چوين ٿو سو غلط آهي خيال،
تنهنجي ناداني ڪيو آهي ڪمال.

پاڻ پاڇو تنهنجي تابع ٿو رهي،
هر طرف تي تنهنجي پويان ٿو هلي.

خودبخود پاڇو ڪري ٿو پيروي،
هي سراسر ڳالھ آهي عقل جي.

جي رهين ٿو تون تہ پاڇو ٿو رهي،
تو بنا پاڇو نہ ٿو هستي رکي

جي هلين ٿو تون تہ پاڇو ٿو هلي،
جي سمهين ٿو تون تہ پاڇو ٿو سمهي.

جي ڀڄين ٿو تون تہ هو پڻ ٿو ڀڄي،
هر طرح رفتار تنهنجي ٿو رکي.

ڪيئن تہ پاڇو ٿو رهي توسان ڪنو،
تون اجا هن ڳالھ کي سمجهين نٿو.

تنهنجي هستي ناهي سڀ ڪجھ يار آھ،
تون نہ آهين جا بجا دلدار آھ.

هر طرح آهي خدائي سان خدا،
هي حقيقت ٻڌ سڄڻ مون کان صفا.

شهر غزني ۾ هيو هڪ ماستر،
دل جي دنيا جي نہ هئي جنهن کي خبر.

شوق سان ٻارن کي پاڙهيندو هيو،
الف بي تي جو سبق ڏيندو هيو.

تن ۾ هڪڙو ڇوڪرو هو باخبر،
جنهن پڙهيو تي هڪ الف وارو اکر.

هي ڏسي هو شوڪجي ويو شور سان،
ڇوڪري کي ڏڪ هنيائين زور سان.

پوءِ چيائين تون پڙهين تو هڪ اکر،
ڇونٿو بي تي پڙهين اي بيخبر!

هن چيس: استاد هي چاتو چوين،
ريءَ الف بي تي ۾ اٽڪي تو پيِن.

مان پڙهان تو هڪ الف وارو اکر،
ڪين آهي مون کي بي تي جي خبر.

مان الف جو ورد جاري تو رکان،
تون ڪٽي ۽ مان ڪٽي ڏس غور سان.

جلد ڪر بي تي جو بت برباد ڪر،
پت سڪندر جي پيچي دل شاد ڪر.

حق چڏي بيسود بي تي ۾ نه ڪڙهه،
وڃ وجي عطار جي نامي کي پڙهه.

ڪول "منطق‌طير" کي پڙهه ۽ پراءِ،
عشق واري بحر ۾ هستي وڃاءِ.

جلد "وصلت نامه" جو پڙهه هڪ پنو،
جيئن پوي توکي پتو اسرار جو.

يا تہ ”رهبر نامہ“ کي پڙهہ بار بار،
يا وجي ڪنهن ڪنبہ ۾ ويهي گذار.

عاشقن وٽ ويهہ ڪر صحبت سچي،
عارفن جي ڳالهہ ٻڌ تن ڪان پڪي.

حال حاصل ڪر گهٽو، آباد ٿي،
ڇڏ خوديءَ کي غير ڪان آزاد ٿي.

وڃ وجي احوال ٻڌ عشّاق جو،
درد پنهنجي ۾ اضافو ڪر سگهو.

غم حڪايت سان هميشهہ ٿو وڌي،
فيض ڪيئن ڪنهن کي شڪايت مان ملي.

عشق جي ڳالهين ۾ رحمت ٿي رهي،
خاص الفت جي عنايت ٿي رهي.

يار پنهنجي جي حڪايت خوب ڄاڻ،
هر طرح ان ۾ هدايت خوب ڄاڻ.

عشق ۾ آهي هدايت ۽ ڪمال،
عشق بخشي ٿو ولايت ۽ ڪمال.

عشق ٻن کي هڪ بڻائي ٿو ڇڏي،
پاڙ دوئي جي پٽائي ٿو ڇڏي.

عشق بخشي ٿو بلندي جو مقام،
مهربانيون عشق جون آهن مدام.

عشق آئي ٿو ملامت ۾ ڪٿي،
هر گهڙي جنهن ۾ هدايت ٿي رسي.

مرد هڪ واپار جو سانگو رکي،
ٿوم بصرن جو وکر وينو ڪڍي.

ميڙ ماڻهن جو اچي هن وٽ متو،
جهٽ وڪامي ويو سندس سودو سچو.

هو وري زربفت جو ڪپڙو وٺي،
پاڻ وڪري لاءِ وينو هٽ ڪڍي.

ڪن اچي ورتو ته ڪي موتيا ڏسي،
عام ڪي طاقت وٺڻ جي ڪين ٿي.

پنهنجي گهر موتيا اُنهن مان ڪيترا،
دل شڪسته ٿيا خريدي ڪان سوا.

ميڙ مان ٿورن اهو سودو ڪيو،
حيثيت ۽ حوصلو جن کي هيو.

بند ڪپڙي کي ڪري هيرا وٺي،
پاڻ سوداگر اچي وينو وري.

هن چيو سودو هي آهي بها،
ڪير وٺندو بادشاهن ڪان سوا.

نيٺ هي سودو وٺي ويا بادشاهه،
عام توڙي خاص ورتي پنهنجي راهه.

هڪ وظيفا ٻيو ڪرامت جو ڪمال،
مون ڏنو توکي ٻنهي سودن جو حال.

عشق وارو آخري سودو صفا،
ڪنهن نہ ورتو بادشاهن کان سوا.

عشق آهي زهر هيري جي مثال،
جنهن اڳيان بيدرد جي ناهي مجال.

حج زڪواتن ۽ وظيفن جو ثواب،
هٿ ڪري سيڪو سگهي ٿو بي حساب.

عشق جي ويجهو نہ ويندو عام ڪو،
واسطو جڳ سان نہ آهي عشق جو.

ڪيئن پلا ڪو عشق جي آڏو اچي،
شينهن جي سامهون نٿي ٻڪري بچي.

صاف "شرح غوثيہ" جو هي بيان،
ترجمو قرآن جو آهي عيان.

جي نٿا پنهنجو وجودي سير ڪن،
پوءِ ڪٿي ڪيڏا بہ هو سجدا ڏين.

سير ظاهر جي ۾ آهن مبتلا،
اصل ۾ الله کان آهن جدا.

آهي قدسي ڳالهہ جو مطلب اهو،
ٻڌ ٻڌايان ٿو سخن توکي سچو.

جيڪڏهن ڪو آدمي اهڙو هجي،
محو ذڪر ۽ فڪر ۾ ويٺو هجي.

پر نٿو شامل رکي دل جو حضور،
ڇاڻ ان کي ظاهر ۽ باطن ۾ دور.

ڪين آهي ان کي "معڪم" جي خبر،
فڪر اُن جو ٿو رهي زير و زبر.

وٽ پتو مون ڪان حقيقي سونهن جو،
جنهن جو هر دل ۾ سدا ديرو لڳو.

جو نٿو ديدار دلبر جو ڪري،
سو رهي ٿو پنهنجي مقصد ڪان پري.

جي نہ دل ۾ سمجهندين دلدار کي،
نور جو شعلو نظر ايندئي ڪٿي.

هي سمورو ظاهري آهي سفر،
مرد موليٰ جا انهيءَ تي غور ڪر.

مان پري آهيان سندس تعميل ڪان،
دين ڪان، تسبيح ڪان، تحليل ڪان.

مون ڇڏي روزن نمازن جي پچر،
زهد و تقويٰ کي وساريم سربسر.

واسطو آهي انهيءَ جو جسم سان،
بندگي غالب رهي ٿي جنهن مٿان.

جي انهيءَ ڪڏ جي تري ۾ تا ڪرن،
سي نتا الله پنهنجي سان ملن.

عام نيڪن جون چڱايون ۽ ثواب،
خاص پهتل مرد سمجهن ٿا خراب.

جيئن جو هڪ هسوار پاڻيءَ ۾ ڪريو،
پنهنجي پيرن کي رڪابن مان ڪڍيو.

بس گهڙيءَ ۾ ان جي گهوڙو ويو ٻڏي،
پاڻ آيو خير و خوبي سان بچي.

خود چيائين: شڪر موليٰ جو ڪيان،
مهرباني ڪئي خدا منهنجي مٿان.

مون کي بخشيائين حياتي آب ۾،
منهنجو گهوڙو غرق ٿيو گرداب ۾.

هو ٻڏي ويو مان بچي نڪتس هتي،
هو ڪٿي آهي ته مان آهيان ڪٿي.

ٻڌ سمورو راز رهه ويساهه ۾،
بيخودي سان اچ خدا جي راهه ۾.

غرق ٿيندين جسم سان پڪ جاڻ تون،
پنهنجي هستي کي پري ڪر پاڻ تون.

جسم تنهنجو آهي گهوڙي جي مثال،
دور ڪر هي هوڏ هستي جو وبال.

بس وچان هن جسم خاڪي جو حجاب،
جي هٽائيندين ته ٿيندين ڪامياب.

جي اهو هوندو ته ٿيندين تون خراب،
يار جي رستي ۾ اٽيندو حجاب.

جسم جي جنجال کان آزاد رهه،
دوست جي درگاهه ۾ آباد رهه.

جسم جو بوتو صفا برباد ڪر،
پاڻ کي الله سان آباد ڪر.

هي سموري ڄاڻ اونداهي جي راهه،
آهي نازڪ حق جي آگاهي جي راهه.

ان جي رمزن کي سڃاڻيندين جڏهن،
دم اناالحق جو هڻي سگهندين تڏهن.

حيف هي رمزون نٿو سمجهي سگهين،
دام دوئي جي ۾ قابو تو رهين.

اچ ذرا توڙي ته ڏس هن دام کي،
ڇا خبر هن مام جي ڪنهن عام کي.

دام اهڙي کي جي توڙيندين صفا،
سرخرو دارين ۾ ٿيندين صفا.

جيئن جو ڪجهه دونهون هوا ۾ ٿي هليو،
هڪ گدا ويجهو وڃي ان کان پڇيو.

"اي سيه پوشاڪ وارا ڳالھ ڪر،
تون هتان ڪاڏي وڃين ٿو ڪر خبر؟

ڏس ته ڪهڙي جاءِ تان آئين هتي؟
هن جڳهه تان تون وري ويندين ڪٿي"؟

هن چيو، "اي گودڙي وارا گدا،
غور سان ٻڌ، منهنجي غم جي ماجرا.

ڪا اچڻ توڙي وڃڻ جي سڌ نه آهه،
پنهنجي هستيءَ جي هجڻ جي سڌ نه آهه.

هاءِ ڪاڏي ٿو وڃان ناهي پتو!
علم ڪجهه ناهي سفر جي جاءِ جو.

هي خبر ناهي ته مان آيس ڪٿان!
مان نه آيس هن هوا يا خاڪ مان.

بن وجود آهيان ڪٿي آهي وجود،
ڪين آهي منهنجي هستي کي وجود.

بود ۽ نابود جو ناهي پتو،
مون کي حيراني ۾ هن حيرت وڌو.

ڪير آهيان پاڻ ڇا آهيان سڄڻ،
سچ پڇين مون کان نه ڪجهه ناهيان سڄڻ.

ڇا مجال آهي جو ڪجهه دونهون ڪري،
ڪجهه نه هوندي ڪئين هجڻ جو دم ڀري.

تون نہ آهين آهي سپ ڪجھ هڪ ئي،
تنهنجي هستي آهي اُن سان اي گدا.

بنسري کان هيئن پڇيو هڪ هوشمند،
ڪنهن سبب کان تون رهين ٿي بند بند.

ڪيئن ڪرين ٿي هي جدائي جي پڪار،
شوق منهنجو ٿو وڌي بي اختيار.

بنسري ان کي وراڻي هي ڏني،
مون کي ناهي ڪا خبر آواز جي.

ڪير آهي جنهن جو هي آواز آهہ؟
پڇ انهيءَ کان جنهن جي هٿ ۾ ساز آهہ

هن پڇيو ٻيهر تہ هي ڇاڻي ڪرين؟
ڦوڪ سان سيني کي ساڙي ٿي ڇڏين.

هن چيو، "اي هوش وارا غور ڪر،
ناهي مون کي ڦوڪ واري جي خبر.

ڪير آهي جو هي غوغا ٿو ڪري؟
پوش مان آواز پيدا ٿو ڪري؟

غور سان ڏس مون کي وچ ۾ تون نہ آڻ،
جو بہ آهي سو سمورو آهي پاڻ.

بيخبر ٿي پنهنجي هستيءَ کان شتاب،
پاڻ کان پاسي رهي ٿي ڪامياب.

پاڻ تو ٻولي ٻڌي توڙي ڏسي،
تون نہ آهين پاڻ سڀ ڪجهہ تو ڪري.

"مان اسان" واري خودي کي ڪر فنا،
پنهنجي هستيءَ کي وساري ڇڏ صفا.

تون نٿو ٻولين اهو ٻولي تو پاڻ،
تون نٿو ڳولين اهو ڳولي تو پاڻ.

"القوال" اندر وڏو تجّار هو،
جنهن جو هڪ پٽ سونهن ۾ سردار هو.

سبز خط سان منهن منّور جو جمال،
ور وڪڙ سڀ وار واسينگن مثال.

هڪ ڏهاڙي پاڻ سينگاري بدن،
قيمتي ڪپڙا ڪيائين زيب تن.

پنهنجي ڪپڙن تي مڙهيائين ڪيترا،
لعل ۽ الماس موتي بي بها.

پنهنجي زلفن کي ڏنائين پيچ وتاب،
تن مٿان ڇڙڪيائين خوشبو ۽ گلاب.

سرس سهڻا ٿيا سندس رخسار ٻئي،
مست خوني نيڻ ٿيا نروار ٻئي.

آرسي ڏي منهن ڪيو جيئن قربدار،
پنهنجي صورت کي ڏنائين باربار.

پنهنجي صورت کي ڏسي مدهوش ٿيو،
بيخودي ۾ خودبخود خاموش ٿيو.

ڪيترو ئي وقت هو حيران هيو،
پنهنجي مورت جي مٿان مستان هيو.

راهه تي بيٺي رنائين زار زار،
درد جون دانهون ڪيائين بيشمار.

هيئن ڪيائين ٿي جدائي جي پڪار،
آهي چاجو غم جڏهن گڏ آهي يار.

هن طرح جو يار پنهنجو ٿو ڏسان،
ڇو نه اوريان حال ڪنهن هشيار سان.

مان رهان ٿو مست هن جي حسن تي،
پر نٿو دلدار مون کي هٿ اچي.

هو ڪڏهن رقصان ڪڏهن پرجوش هو،
خود ڪڏهن نالان ڪڏهن خاموش هو.

پئي چيائين، "ڪير حيران ٿو ڪري؟
وصل ۾ چاجو وڇوڙو ٿو رهي.

خود ڏسان ٿو پر نٿو حاصل ڪيان،
مست کو واقف ڪري هن راز کان.

اوچتو هڪ اهل دل آيس نظر،
جنهن چيس توکي اها ناهي خبر.

ڪا بہ صورت ناهي تنهنجي درميان،
پنهنجو درشن ٿو ڪرين تون اي جوان.

توکي پنهنجو حسن حيران ٿو ڪري،
پاڻ آهين مست عاشق پاڻ تي.

ناهي ڪو محبوب پيو تو کان سوا،
کول اک ۽ پاڻ کي ڏس تون ذرا.

در حقيقت تون ڏسين ٿو پاڻ کي،
خودبخود عاشق رهين ٿو پاڻ تي.

دم بہ ناهي ڏار توکان بيمثال،
پاڻ ۾ ڏس پنهنجي دلبر جو جمال.

اي سڄڻ! ڪر دور دوئي کي سگهو،
ڄاڻ پنهنجو پاڻ کي آهين اهو.

عاشق ۽ معشوق خود کي پاڻ ڄاڻ،
شڪ نہ ڪر تون پنهنجي وحدت کي سڃاڻ.

رات هيڪر ڏينهن کي ڏاڍيان چيو،
مان وساري ٿي ڇڏيان غم هجر جو.

پاڻ ۾ گڏجي رهون آباد ٿيون،
هجر جي تڪليف کان آزاد ٿيون.

مان وڃان ٿي جي اچين ٿو تون هتي،
هڪ نہ ٿينداسون نہ گڏباسون ڪٿي.

ڏينهن ٻولائي ٻڌايو رات کي،
مون کي تون حاصل ڪرين سگهندين ڪٿي.

مان نٿو ترسان ته تون آهين هتي،
منهنجي هوندي ڪير بيهي ٿو سگهي.

تون رهين يا مان رهان هڪ جاءِ تي،
پاڻ گڏجي ڪين سگهنداسون ڪٿي؟

ٻن منجهان هڪڙو فقط رهندو هتي،
ڪر پري وحدت ۾ هرهڪ وهم کي.

جاڻ هڪ، ٻن کي نه ڏس ٻن کي نه ٻول،
حق جي رستي ۾ ڪڏهن ٻن کي نه ڳول.

جنهن کي دوئي آهي سو برباد آهه،
ڪين وهمن کان ڪڏهن آزاد آهه.

توکي مون کولي ٻڌائي سڀ خبر،
پر اڃا توتي ذرو ناهي اثر.

ڪير آهين تون ڪٿان آئين هتي،
ڏس ته هڪڙي جاءِ تان، آئين ڪٿي.

تنهنجي هستي ڪين هئي اڳ ۾ ڪٿي،
پوءِ هستي ۾ هلي آئين هتي.

تنهنجي هستي ناهي سڀ ڪجھ يار آهه،
تون نه آهين درميان دلدار آهه.

"مان اسان" جي ڳالھہ واري ڇڏ صفا،
ڪجھہ بہ ناهي ذات حق جي ڪان سوا.

جسم ڪان آزاد ۽ بيباڪ ٿي،
"مان اسان" واري خودي ڪان پاڪ ٿي.

پھہ پڇايا پاڻ ۾ چمڙن ملي،
ملڪ پنھنجي ۾ رھون آزاد ٿي.

سڀ پڇيان هرگز نہ ڇپنداسون ڪڏھن،
جاڳنداسون ڪين سھنداسون ڪڏھن.

سڀ پڇيان اُڏري ڏسون ٿا اڄ شتاب،
من ڪري موليٰ اسان کي ڪامياب.

سڀ ڪٿي آهي ڪيو سيئي ڪلام،
جي هجي ها، سڀ پڌون ها ان جو نام.

سڀ سڏن ٿا جنھن کي سو آهي ڪٿي،
جي هجي ها هو تہ ڏسجي ها هتي.

سڀ ڪٿي ڪونھي ڇڏيو ان جي پچر،
آهي ڪوڙي ڳالھہ ان جي سر بسر

نيٺ سڀ اُڏري هليا چمڙا سڏو،
سڀ کي ساري، چاھہ مان سيني ڇيو.

"پاڻ کي هوندو هينئر سڀ ويجھڙو،
دير ڪانھي جلد ان کي جاچبو.

بعد ۾ سيني چيو آهيون پري،
سچ ڪٿي هوندو اڳي يا پوئتي.

سچ اسان کان پوئتي رهجي ويو،
پنهنجي دل جو هي خيال آهي پڪو.

هر بيابان ۽ جبل جهاڳڻ لڳا،
پر هٽي پنهنجا سيئي ٽڪجي پيا.

ايتري ۾ ڪنپ سيني جا ڪٺا،
سپ پليد آخر ڪري پٽ تي پيا.

سچ برابر آهي روشن سربسر،
پر اهو انڌن کي ڪيئن ايندو نظر.

هر جڳهه تي آهي ظاهر هڪ خدا،
ڏس آڪيون ڪولي انهيءَ کي جابجا.

اک فقط ديدار سان اک تي رکي،
آهي خالي ڪل نٿي جيڪا ڏسي.

ڏس اکيون ڪولي خدا جي ذات کي،
اي گدا، ڪنهن کي نٿو انڌو ڏسي.

هن طرح مجنون جو اڳ ۾ حال هو،
رت رنو تي پرت ۾ پامال هو.

رت وهايائين اکين مان آڻ ميو،
سرخرو سارو بيابان تي پيو.

جو ڦڙو اُن مان زمين تي ڪريو،
اُن منجهان ليليٰ جو نالو تي جڙيو.

عشق مان آهون سدا ڪيندو رهيو،
درد غم جي چاشني چکندو رهيو.

خط لکي ليليٰ جي پاسي بيشمار،
روز قاصد موڪليا تي قربدار.

غم الم تنهنجا هميشه تو سهان،
پر نٿو مون ڏي اچي ڪو تو وٽان.

ڪين قاصد ٿا اچن هت قرب جا،
هي وٽي ايڏي وڇهڻ ناهي روا.

حال ڪان بيحال آهيان ڇا ڪيان،
چاهه ۾ آهيان ڇريو مان ڇا ڪيان؟

ڪو نٿو توکي پڌائي منهنجو حال،
خاڪ سر ۾ آهي ڪر منهنجو خيال.

حال نازڪ آهي هيڪر ڏس اچي،
سر تي واري تي وسائي بيڪسي.

عشق ۾ سڀ هوش راهي تي ويس،
سڀ لکڻ توڙي پڙهڻ وسري ويس.

پوءِ زباني حال اُن پئي موڪليو،
جنهن ڪري آخر مصيبت ۾ اَڙيو.

نيٺ وسريس سڀ سنيها ۽ سلام،
ياد آيس صرف هڪ ليليٰ جو نام.

روز شب ليليٰ پڪاريندو رهيو،
ان جي نالي کي اُچاريندو رهيو.

نيٺ اهڙو حال آيو ان مٿان،
چپ ڪيائين اوچتو هر ڳالھ کان.

پاڻ کي ليليٰ چيائين برملا،
ناهي ٻي ليليٰ ڪٿي مون کان سوا.

عشق پنهنجو اوج ڏيکاري ٿو پاڻ،
خود بخود پنهنجي خودي ماري ٿو پاڻ.

عشق واري شاھ ڏيکاريو ڪمال،
ڪيئن نہ هستي کي ڪيائين پائمال.

بيخبر ٿئي ٿو پنهنجو پاڻ کان،
دم اناالحق جو هڻي ٿو هر زمان.

خود فنا ٿئي ٿو بچي باقي ٿو يار،
جو بہ پولي ٿو تہ بس ھبي اختيار.

پنهنجي هستي کي هٽائي ٿو ڇڏي،
دين و مذهب کي مٽائي ٿو ڇڏي.

حق بنا ڪا شيءِ نٿي باقي بچي،
تنهنڪري اُن تي نٿي تهمت اچي.

هي وجود آهي وجود الله جو،
هن گدا ۾ شان آهي شاهہ جو.

پنهنجي هستي کان پري منصور ٿيو،
دم خدائي جو هڻي منظور ٿيو.

مرتبو ساڳيو هيو عطّار جو،
جيڪو محرم راز هو اسرار جو،

شمس پڻ اهڙي طرح عارف هيو،
حق جي رمزن کان صفا واقف هيو.

عشق جا ڪم ڏس عجب سرڪار آهہ،
تخت بعضي آهي بعضي دار آهہ.

ڪنهن چيو چبرن کي آهي ڇا سبب،
جو رهو ٿا هن جڳهہ تي روز شب.

هر پکي آزاد آهي شهر ۾،
شاد ۽ آباد آهي شهر ۾.

ڇو وسايو ٿا هي ويرانو وطن،
آهي قبرستان بيگانو وطن.

هي ٻڌي چبرن چيو اي بيخبر!
ٻڌ اسان جي ڳالهہ ۽ ڪجهہ غور ڪر.

آهي ويرانو برابر هي مڪان،
پر ڪو ديوانو ٿو ڄاڻي ان جو شان.

در حقيقت هي وطن آباد آهه،
جو اچي تو هت اهو آزاد آهه.

هت اچي موتي نٿو کو شهر ڏي،
جاءِ جوڙيسون تڏهن هن جاءِ تي.

شهر سارو موت هيڏي تو ڪري،
روز ايندو تو رهي هن جاءِ تي.

هن جڳهه تان کو نٿو واپس وري،
پر هتي هر کو اچي تو گهر ڪري.

ڪيستائين ڪوئي چاهيندو فنا،
هت فنا ناهي مگر آهي بقا.

هي نصيحت آهي تنهنجي واسطي،
ڪر خبرداري ٻڌي هن ڳالهه کي.

رهه چريائي ۾ سياڻو صاف تي،
اصل ۾ آهي اها مردانگي.

جي مڃين مون کي ته ديوانو تي رهه،
دوجهان ۾ مرد مستانو تي رهه.

سڀ چريائي آهي مستي کان سوا،
جو ته اُن ۾ آهي غفلت برملا.

پاڻ کان آزاد مستي تي ڪري،
دور دنيا جي ڪمن کان تي رکي.

جلد عاشق ٿي ڇڏي وهم ۽ گمان،
جيئن وٺين دنيا جي ڏنڌن کان امان.

ڪر ڦٿا دنيا جا ڏنڌا شاد ٿي،
پنهنجي هستي کان صفا آزاد ٿي.

آهي دنيا جو سمورو ڪم خراب،
جي پلو پائين ته ڀڄ ان کان شتاب.

رهه اڪيلو تون يگانو يار ٿي،
دوجهان ۾ صف شڪن سالار ٿي.

ڪم زماني جو پريشان ٿو ڪري،
خود پڇاڙيءَ ۾ پيشيمان ٿو ڪري.

حق جي رستي کان جو هوندو باخبر،
سو ڇڏيندو جڳ جي ڏنڌن جي پڇر.

پنهنجي هستي کي وساري ڇڏ شتاب،
ورنه ٿيندين سخت رسوا ۽ خراب.

مان صفا ڪولي ٻڌايان ٿو خبر،
هر طرح سان ڇڏ زماني جي پڇر.

ڪر ڦٽي فتني گڏيل فرزانگي،
جي چڱو چاهين ته وٺ ديوانگي.

جو نه هن رستي ۾ ديوانو ٿيو،
ناهي لائق بادشاهي جو اهو.

جو زماني کان صفا آزاد آهه،
ان جي دل ۾ دلربا آباد آهه.

يار ناهي دور، ويجهو تو وسي،
پر نٿو سمجهي سگهين تون راز کي.

پاڻ کي سمجهين تو ڪجهه اي بيخبر!
ڪوڙ تي ناحق ٻڌين تو تون ڪمر.

جيڪڏهن ڄاڻين ته سڀ ڪجهه يار آهه،
بيخبر! تنهنجي خودي بيڪار آهه.

پاڻ کي ٻاهر ڪندين جي پاڻ کان،
ذات موليٰ جي نظر ايندي عيان.

شام اندر هڪ وڏو تجار هو،
اُٺ مٿان تنهن کي گهڻو ڪجهه بار هو.

خود ويو تي روم ڏي سودو ڪرڻ،
قيمتي پوشاڪ جو وکرو ڪرڻ.

بس قضا سان اُٺ مري ويو اوچتو،
راهه ۾ جنهن بار کيرائي وڌو.

درد مان دانهون ڪرڻ مالڪ لڳو،
منهنجو سهڻو اُٺ مري ويو اوچتو.

قيمتي ڏاڍو هيو ڪم ڪار ۾،
تيز هردم تي رهيو رفتار ۾.

ڪيترا پئسا ڏئي ورتم اهو،
تيز تر سهڻو سٺو ۽ سيبتو.

سخت حيرت ۾ چيائين رڙ ڪري،
ڪير آهي جو ڪٽي هن بار کي.

ڪير ڪٽندو بار کھڙو بار آهه،
هي اهوئي اُٺ اهوئي بار آهه.

منهنجي اٺ کي ڪين طاقت هئي اُها،
ڪنهن نہ ڪنهن هستي جي قوّت هئي اُها.

اي سڄڻ! ڪاشيءِ نہ مخفي تي رهي،
جا هميشه ڪم سمورا تي ڪري.

آهي سڀ طاقت انهيءَ جي سربسر،
وهم جي هر ڳالهہ ڇڏ، ويساهہ ڪر.

جسم تنهنجو آهي اُن اُٺ جي مثال،
رک نہ اُن ۾ پروسي جهڙو خيال.

ڇڏ فنا جي شيءِ کي، حاصل ڪر بقا،
جيئن ڏسين ظاهر ۾ سورج جو لقا.

تون ٿو سمجهين مان هلان ٿو پنهنجو پاڻ،
خود چوان ٿو خدا پڌان ٿو پنهنجو پاڻ.

تون نٿو ٻولين، اهو ٻولي ٿو پاڻ،
تون نٿو ڪولين، اڪيون ڪولي ٿو پاڻ.

هي سموري يار جي رفتار آهه،
هر نموني ۾ سندس گفتار آهه.

روز شب موليٰ جو نالو ياد ڪر،
اُن بنا هر چيز کي برباد ڪر.

چڌ وظيفن جي سچي چڪتاڻ تون،
حق جي نالي کي غنيمت ڄاڻ تون.

تون نه ٿورو ڄاڻ حق جي نام کي،
معرفت جو علم اُن مان ٿو ملي.

گهر ۾ جيئن هيڪر هيو خواجه فريد،
التجا ان وٽ اچي ڪئي هڪ مريد.

اي حقيقي رهنما ڪر رهبري،
دوجهان ۾ ٿئي بلندي بخت جي.

اي خدا جا دوست منهنجا مهربان،
ڏس اهو نالو جو هردم پيو وٺان.

التجا ان جي وٺي وئي شيخ کي،
کيس چاتائين مريدن کان مٿي.

ڏس ڏنائين ان کي حق جي راهه جو،
پاڪ سمجهي اسم پڙهه الله جو.

صدق سان طالب طلب ورتي تمام،
گهر وڃي هرهر چيائين حق جو نام.

ڪجھ ڏهاڙن بعد هو آيو وري،
با ادب بيهي رهيو ٻانهون ٻڌي.

پير پنهنجي کي چيائين عجز سان،
دل ڪٽي ايس خدا جي نام ڪان.

هي ٻڌي خواجہ چيس منهنجا ٻچا!
ڪافر ۽ مرتد ٿئين تو بي خطا.

ڏس تہ تون ڇا جي ڪري مرتد ٿئين،
ڇو تو ناحق ڪفر جو ڪلمو پڙهين.

هن چيو حضرت صفا سچ تو چوان،
پر ذرا دل سان ٻڌو منهنجو بيان.

هر گهٽيءَ ۾ جابجا جاچي ڏٺم،
هر جڳهہ الله جو نالو ٻڌم.

هر دڪان جاچي ڏٺم بازار جو،
جا بجا نروار هي نالو هيو.

ذڪر هر ڪنهن تي ڪيو الله جو،
هر گلي ڪوچي ۾ هي نالو هيو.

دل سڙي وئي منهنجي سچ پچ ساڙ ڪان،
هر جڳهہ تي اسم هي ايو ڪٿان؟

مون تہ مخفي طور مرشد ڪان ٻڌو،
شهر ۾ اڳوات ڪيئن پڌرو ٿيو.

هي سخن خواجہ جڏهن هن کان ٻڌو،
درد کان هڪ ڏانهن نڪتس اوچتو.

هي چيائين ان کي ٻڌ اي بيخبر!
هڪ سروتو هٿ ڪٽي اچ جلد ڪر.

هو سروتو هڪ ڪٽي آيو سگهو،
پنهنجي مرشد وٽ اچي حاضر ٿيو.

ظاهري سر جو ٽڪر جيڪو هيو،
پاڻ خواجہ پنهنجي هٿ ۾ سو ڪيو،

پنهنجو هٿ پاسي ڪيو خواجہ جڏهن،
بي بها موتي سروتو ٿيو تڏهن.

بس اتي ان کي چيائين اي ٻچا،
پڇ وڃي بازار ۾ ان جي بها.

هي ٻڌي بازار ۾ آيو وري،
سڌ رکيائين ڪين اصلي راز جي.

بس ڪيائين هر دڪان تان هي پڇا،
ڪو ٻڌائي مون کي هن شيءِ جي بها.

اگ ۾ حلوائي وڌي واڪو ڪيو،
ان جي بدران وٽ مٺائي جو ذرو.

ٻئي چيس: وٽ ٿوم بصرن جي ڏڙي،
ٻي دعا ان کان سوا وٽ هن گهڙي.

تئين چيس: جي يار آهين هوشمند،
هن عوض ڪر ڪير جو پيالو پسند.

نيٺ هڪڙي جوهري ڪان هن پڇيو،
ڏي خدارا هن جي قيمت جو پتو.

هن ٻڌايس، آهي موتي بي بها،
جو ٻه ملهه چوندين اهو تيندو ٻجا.

هي وڏي قيمت جو موتي تو لڌي،
سون چاندي ايتري آهي ڪٿي؟

جو چوين هن وقت سو توکي ڏيان،
ڪر ٻها اُن جي ته مان حاضر ڪيان.

سون سان آهي ڀريل منهنجو مڪان،
جو وٺي توکي اهو ڪڻ تون هتان.

ڪين آهي ايتري مون وٽ مڏي،
پر انهيءَ تان جان پڻ قربان ڪبي.

هي ٻڌي موتي ڪنيائين پاڻ سان،
گهر هليو آيو سڌو بازار مان.

پنهنجي مرشد وٽ وري وينو اچي،
سڌ ڏنائين ڪين ساري ڳالهه جي.

پير فرمايس ته اي منهنجا عزيز!
صرف هڪڙي جوهري کي پئي تميز.

قرب سان هن قدر موتي جو ڪيو،
عام ماڻهن کي نه پيو ان جو پتو.

قدر جوهر جو ڪندو ڪو جوهري،
غير کي ڪهڙي خبر هن راز جي.

جيئن ڏنو تو پاڻ موتي جو مثال،
چاڻ تيئن الله جي نالي جو حال.

عشق سان الله جو نالو اُچار،
جو ته ان جو قدر ڪن ٿا قربدار.

جوهري وانگر انهيءَ جو قدر ڪر،
ڇڏ ڪٿي هڪوار ٻن ٽن جي پچر.

عام ڇا ڄاڻن انهي جو مرتبو،
خاص ماڻهن کي پيلا ڪهڙو پتو.

ورد ڪر هن نام جو تون صبح شام،
ذڪر ۾ رهه مست ۽ بيخود مدام.

بيخودي ۾ اچ اهو نالو پڪار،
خود پرستي جي وظيفن کي وسار.

ذڪر سان حاصل ڪري وٺ بيخودي،
مهرباني چاڻ موليٰ پاڪ جي.

پاڪ مرسل جڳ سڄي جو ڪارٽي،
مهر جنهن جي ٿي "خدائي" تي گهٽي.

مان سندس ادنيٰ غلامن جو غلام،
هن رسالي کي ڪيم آخر تمام.

هن رسالي کي پلي سڀ ڪو پڙهي،
مون لکيو آهي مريدن واسطي.

هي سخن آهي سمورو مستجاب،
مون هتي پورو ڪيو پنهنجو ڪتاب.